# عشق کيم اظهار

# سچل سرمستؒ

مصنف

خادم حسين عباسي





ثقافت کاتو حکومت سنڌ

# عشق ڪيم اظهار

(سچل سرمست رح)

مصنف

خادم حسين عباسي



ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | عشق ڪيم اظهار (سچل سرمست رح) |
| مصنف: | خادم حسين عباسي |
| ڇاپو پهريون: | جولاءِ 2012ع |
| تعداد: | هڪ هزار ڪاپيون |
| ڪمپوزنگ: | سارنگ امداد / اقبال ابڙو |
| ٽائيٽل: | ڪپتان ابڙو |
| ڇپيندڙ: | پيڪاڪ پرنٽرز ڪراچي، سنڌ |
| ڇپائيندڙ: | ثقافت کاتو حڪومت سنڌ |
| قيمت: | 250/- |

| | |
|---|---|
| Title of Book: | Ishq Kayom Izhar Sachal Sarmast |
| Author: | Khadim Hussain Abbasi |
| Edition First: | July 2012 |
| Quantity: | One Thousand Copies |
| Composing: | Sarang Abro/ Iqbal Abro |
| Title: | Kaptan Abro |
| Printed by: | Peacock Printers, Karachi, Ph: 0300 2152634 |
| Published by: | Culture Department, Government of Sindh |
| Price : | Rs. 250/- |

ملڻ جو هنڌ:

**ثقافت کاتو ڪتاب گهر**

سامهون ايم. پي. اي هاسٽل، سر غلام حسين هدايت الله روڊ،

ڪراچي، سنڌ- 74400

فون: 021-99206073

# سنڌاءُ

# ڇپائيندڙ پاران

سچل سائين جيئن تہ سنڌيءَ سان گڏ، سرائڪي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ بہ شاعري ڪئي آهي، انڪري سندس هاڪ پوري ننڍي کنڊ ۾ هئي. سرائڪي ٻولي سنڌ کان علاوه ملتان، بهاولپور، ديره جات، بلوچستان جي ڪن حصن ڏادر، سبي، لسٻيلي، ڪيچ مڪران ۾ عام جام ڳالهائي ۽ سمجهي ويندي هئي. انهن علائقن جا مقامي شاعر سرائڪي ۾ بہ شاعري ڪندا هئا. ان دور تائين اردو زبان مغل دربار ۾ خاص اهميت حاصل ڪري چڪي هئي. حاڪمن جي پٺڀرائي سبب ننڍي کنڊ ۾ انکي چڱي اهميت حاصل هئي. شايد ان ڪم ڪي سچل سائين پروڙي چڪو هو، جنهن ڪري هن اردو ٻوليءَ کي جوڳي جاءِ ڏني ۽ چڱو خاصو ڪلام : غزل، رباعيون ۽ مثنويون ان ۾ چيون اٿائين. فارسي ٻولي کي ان دور ۾ ڏکڻ ايشيا سان گڏ مرڪزي ايشيائي رياستن، افغانستان، ايران ۾ تمام وڏي اهميت حاصل هئي. سچل سائين واري دور ۾ سنڌ ۾ خاص طور تي ٺٽي ۽ سيوهڻ ۾ برصغير جي سطح جا فارسيءَ ۾ مشاعرا ٿيندا هئا. سچل سائين اهڙن مشاعرن ۾ هرگز شرڪت ڪا نہ ڪئي.

سچل سائين پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ پاڻ پنهنجو ڪلام گڏ ڪونہ ڪيو. سندس مريد ڪلام لکندا بہ هئا تہ ڪٺو بہ ڪندا هئا. سندس وفات کان پوءِ سندس ڪلام ٽڙيل پکڙجي ويو. بعد ۾ ڪن سڄاڻن اهو ڪلام ڪٺو ڪري ڇپايو. اوليت جو شرف مرزا علي قلي بيگ

ڪي نصيب ٿيو. جنهن 1902ع ۾ آگري مان ”رسالو سچل سائين جو“ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان کان پوءِ ماستر در محمد، ماستر هيمراج شڪارپور مان 1910ع، آغا غلام نبي صوفي 1933ع، نماڻو فقير 1952ع، رشيد احمد لاشاري 1958ع، عثمان علي انصاري ادبي بورڊ طرفان 1958ع ڌاري رسالا ڇپرايا. اهو سلسلو بعد ۾ به جاري ساري رهيو.

مٿي ذڪر ڪيل رسالن ۾ مؤلفن وڏي جاکوڙ ۽ جستجو کان ڪم ورتو ۽ ڪوشش پئي ڪئي ته اهي سهڻا ۽ غلطين کان پاڪ هجن. پر ڪن سببن ڪري، انهن ۾ ڪي خاميون به رهجي ويون، جن جي نشاندهي سنڌ جي مڃيل محقق ۽ جاکوڙي اديب جناب خادم حسين عباسيءَ ڪئي آهي. عباسي صاحب پنهنجي زندگيءَ جو وڏو حصو سچل سائين جي درست ڪلام جي پرک ۽ ڳولا ۾ گذاريو. هن سچل سائين جي هر عرس تي عالمن آڏو مختلف مؤلفن پاران ڪيل غلطين جي علمي اصولن مطابق نه صرف نشاندهي ڪئي، بلڪ صحيح اصلاح به ڪئي. جن ڪافين ۾ ڪي مصراعون گهٽ وڌ هيون ته انهن کان به آگاهه پئي ڪيو ۽ ان سان گڏ، طباعت جي ناقص انتظامن سبب پروفن جون جيڪي غلطيون رهجي ويون هيون، انهن جي به درست پڙهڻي وضاحتن سان پيش پئي ڪئي. سندس تحقيقي مضمون: ”سچل سائين جا ڇپيل رسالا“ ۽ ”سچل جي بيتن جو تحقيقي جائزو“ ور ور پڙهڻ جهڙا آهن.

سچل شناسي بابت اَملهه مواد هٿ ڪرڻ ۽ اشاعتي ڪمن جي نگراني ڪرڻ لاءِ ڊائريڪٽر جنرل ثقافت کاتو جناب رفيق احمد ٻرڙو صاحب وڏا جتن ڪيا آهن، جنهن لاءِ اسين سندس ٿورائتا آهيون.

کاتي جي سرواڻ، محترمه سسئي پليجو صاحبه سچل سائين جي ميلي جي حوالي سان، جڏهن ٻين انتظامي ڪمن بابت پڇا ڪندي رهي ٿي ته اتي ميلي تي منعقد ”ادبي ڪانفرس“ جنهن کي گذريل ڇهن سالن کان روايت کان هٽي ڪري بامقصد بنايو ويو آهي، بابت به تاڪيد

ڪندي رهي ٿي. ساڳي طرح اشاعتي ڪم به سنڌس ترجيح ۾ آهن. اهڙي اثرائتي نگراني سبب هن عرس مبارڪ تي سچل سائين جي سوانح، افڪار ۽ پيغام بابت نهايت اهم ڇهه ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن.

عبدالعزيز عقيلي
سيڪريٽري
ثقافت کاتو، حڪومتِ سنڌ

# درگاهه درازن جي گاديءَ ڌڻين جو تعارف

1. **ميان صاحبڏنو فاروقي** (1102هه- 1192هه)

درگاهه درازن جو بنياد ميان صاحبڏني فاورقي وڌو. ڪين موراڳي پڻ سڏيو ويندو آهي. ميان صاحبڏني جو جنم 1192هه مطابق 1697ع ۾ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ٿيو. سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان شيخ عبيدالله جيلانيءَ جو مريد هو. ميان صاحبڏنو شاهه لطيف جو سهيوڳي شاعر هو ۽ لطيف سائٽس درازن ۾ ملاقات بہ ڪئي هئي. اسان جو عظيم صوفي شاعر سچل سائين سندس پوٽو هو.

ميان صاحبڏنو ڪافيءَ جي اوائلي شاعرن مان هڪ اهم، انوکو ۽ مکيہ شاعر آهي. سندس سمورو ڪلام تصوف جي رمزن سان ڀرپور آهي. سندس ڪافيون سليس ۽ عام فهم آهن. ميان چنيهہ فقير اچڻ سندس خاص خليفو هو. ميان صاحبڏني وڏي ڄمار ماڻي 1192هه مطابق 1788ع ۾ وفات ڪئي.

"چوند ڪلام"

ڪن جو نينهن نهر سان ڪن دپايا درياهہ
"صاحبڏني" جي ساهہ، سارا سمند سمايا.

<<<<<•>>>>>

آدم آهي چوڻ ۾، نہ تہ آهي پاڻ الله،
سريرئون ساهہ، "صاحبڏني" سهي ڪيو.

"ڪافي"

هڪ من جو موهن ملي ملي،
پلي خلق ساري پئي ڪلي ڪلي،
عيش خوشيون آرام سيئي، سي ڇڏيائون ڏيهه ڪي ڏيئي،
برهه ڪيو سي بِلي بِلي.
عشق ڊولڻ جو جهوليءَ پاتم. لوڪ ملامت سرتي چاتم
جيءَ جوشن منجهه جلي جلي
سهڻا تنهنجا سوين سپاهي، شوخن سان تنهن جي هلي نه شاهي،
ٿور عجائب ٿلي ٿلي
"صاحبڏنا" اڪسير اسان وٽ. نينهن وارن جا نظير اسان وٽ
سورنه ڪنهن سان سلي سلي.

2. **ميان عبدالحق** (1138ع-1214ه)

ميان صاحبڏني کي ٻه فرزند هئا هڪ صلاح الدين (سچل جو پيءُ) ۽ عبدالحق (سچل جو چاچو، مرشد ۽ سهرو) جيئن ته ميان صلاح الدين پنهنجي والد محترم ميان صاحبڏني جي حياتيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويو. تنهن ڪري سندس ننڍو فرزند ميان عبدالحق مسند عشق تي جلوه افروز ٿيو. سچل پنهنجي ڪيترين ئي ڪافين ۾ پنهنجي مرشد ميان عبدالحق سان عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

هتي مثال طور هڪ شعر پيش ڪجي ٿو:

ڪو حق ڪو ناحق چوي، ڪو بات اها برحق چوي
مونکي هادي عبدالحق چوي، مان جوئي آهيان سوئي آهيان

جيئن ته درگاهه جا سجاده نشين لوڙهي ۾ رهندا هئا ۽ درازن کان ٻاهر ڪين ويندا هئا (اهي لوڙهي ڏيڻ جا فرائض چنيهه فقير بجا آڻيندو هو. جنهن جا پونير اهو ساڳيو فرض اڄا تائين بجا آڻيندا رهن ٿا.) تنهن ڪري ٻاهريان ڪم ڪاريون، جاگيرجي سنڀال (جا مير رستم

ٽالپر ڏني هئي) سچل سائين پاڻ ڪندو هو.

ميان عبدالحق جي مسند نشينيءَ جي سلسلي ۾ مولوي محمد صادق پنهنجي ترتيب ڏنل رسالي ”سچل جو سرائڪي ڪلام“ ۾ هيءَ روايت پيش ڪئي آهي:”هڪ ڏينهن ميان صاحبڏني پنهنجي پٽن جو هن طرح امتحان ورتو، جو پنهنجي وڏي پٽ ميان صلاح الدين کي چيائين تہ: کبڙ وٽ پاڻيءَ جو ڪونرو پيو آهي، اهو ڪڻي اچ! هو ويو، آڏو چا ڏسي تہ رت جو درياھہ پيو ٺُو وهي، جنهن کي ڏسي موٽي آيو ۽ اها حقيقت اچي عرض ڪيائين جنهن کان پوءِ پنهنجي ننڍي پٽ ميان عبدالحق کي چيائين تہ ”تون وڃي اهو ڪوُنرو ڪڻي اچ! هو ويو ۽ هن بہ رت جو درياھہ ڏٺو پر همٿ ڪري، دل جهلي رت جي درياھہ ۾ ڪاهي پيو ۽ لنگهي وڃي ڪونرو ڪڻي اچي والد جي خدمت ۾ حاضر ڪيائين. انهيءَ امتحان وٺڻ مان ميان صاحبڏني کي پڪ ٿي وئي تہ فقيريءَ جي اهليت ۽ لياقت سندس ننڍي پٽ ۾ ئي آهي. انهيءَ ڪري پنهنجي وڏي پٽ ميان صلاح الدين کي وصيت ڪيائين، تہ مون کان پوءِ پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي گاديءَ تي ويهارِ جانءِ! انهيءَ وصيت موجب ميان عبدالحق مسند نشين ٿيو.“ (1)

ميان عبدالحق بہ شاعر هو، مگر پوين جي عدم توجهہ سبب سندس ڪلام محفوظ رهي ڪين سگهيو، البت مولوي محمد صادق سچل جي سرائڪي ڪلام ۾ سندن هڪ ’مدح‘ ڏني آهي، جيڪا سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي شان ۾ چيل آهي. ميان عبدالحق 1214ھ ۾ وفات ڪئي.

3. **سخي قبول محمد** (1181ھ - 1245ھ)

خواجہ عبدالحق کي بہ فرزند هئا، هڪ سخي قبول محمد ۽ ٻيو زين العابدين، (وفات 1242ھ). ميان عبدالحق جي وفات (1214ھ) کان پوءِ سائين قبول محمد اول مسند عشق تي 1214ھ ۾ رونق افروز ٿيو. سخي قبول محمد نهايت سخي ۽ ٻاجهارو هو، تنهنڪري کيس ’سخي‘

جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

سخي قبول محمد جو هڪ بيت بيدل سائينءَ جي تصنيف، "تقويت القلوب تذڪرة المحبوب" ۾ ڏنل آهي.

جامن تي جامان، پرين پهري آيو،
ڪامان ڙي ڪامان، ڪيڏو لڪ ڪريم ڪيو.

لطف الله بدويءَ پنهنجي تصنيف "تذڪره لطفي" ۾ مذڪوره بيت خواجه عبدالحق جو ڄاڻايو آهي (2) جيڪو سراسر غلط آهي. سخي قبول محمد سائين 1245ھ ۾ وفات ڪئي.

4. **ميان نظر محمد** (1201ھ — 1252ھ)

سخي قبول محمد جي وفات (1245ھ) کان پوءِ سندس فرزند ميان نظر محمد 'نوري' جي لقب سان 1245ھ ۾ تخت نشين ٿيو. ميان نظر محمد توڪل جو صاحب ۽ سادگي پسند هو. هن پنهنجي ساري زندگي رشد و هدايت ۾ گذاري. 1252ھ ۾ سندس انتقال ٿيو.

5. **خواجه نجم الدين** (1239ھ — 1272ھ)

ميان نظر محمد کي ٻه فرزند هئا: خواجه نجم الدين ۽ ميان محمد غوث محمد. خواجه نظر محمد جي وفات کان پوءِ سندس پڳدار پٽ نجم الدين تخت ڏٽي ٻٽيو. پاڻ نهايت حسين هو، جنهن ڪري ڪيس 'يوسف ثاني' جي نالي سان سڏيو ويندو هو. خواجه نجم الدين جي ڏينهن ۾ جاگير مان جيڪو به اناج ايندو هو، اهو سمورو اناج شهر جي غريبن ۽ درگاهه جي فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. ڪچهريءَ لاءِ بنگلو به سندس ايام ڪاريءَ ۾ ٺهيو.

خواجه نجم الدين جي شادي سچل سائينءَ جي ٻالڪي نانڪ يوسف جي نياڻيءَ سان ٿي هئي. خواجه نجم الدين 23 ورهين جي عمر ۾ ڦوهه جوانيءَ ۾ 1272ھ ۾ وفات ڪئي.

نانڪ يوسف جي ٻالڪي غلام حيدر فقير (وفات 1294ھ) پنهنجي عقيدت جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

نجم الدين تي ننگ، آهي مون مسڪين جو

6. **سخي قبول محمد پهريو** (1262ھ- 1343ھ)

خواجہ نجم الدين جي وفات ڪان پوءِ سندس فرزند سخي قبول محمد ڏهن سالن جي ننڍڙيءَ عمر ۾ 1272ھ ۾ تخت تي ويٺو. سخي قبول محمد جي ايام ڪاريءَ ۾ تصوف جي تحريڪ ڪي نئين سر متحرڪ ۽ منظم ڪيو ويو.

سخي قبول محمد پنهنجي وقت ۾ سچل جون سڪون لاهيندو هو. سندس ٻاريل مچ تي هندو خواهہ مسلمان اچي مڙيا. هندو مسلم ويڇو متجي ويو. سخي سائينءَ جي ڄمڻ جي موقعي تي فقير نانڪ يوسف پنهنجي مرشد زادي ۽ ڏهتي لاءِ هيٺين دعائيہ ڪافي منظوم ڪئي:

عمر دراز تيري الهہ نگهبان هو وئي.
مولا دي اَمان هووي.

سخي قبول محمد جي پياري طالب سردار بهادر محمد بخش "ڪونجهيءَ" پنهنجي مرشد لاءِ پنهنجي عقيدتمنديءَ جي جذبن جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

قبول محمد دولهہ دلبر، ڪوجهي دا هي راحم رهبر
ست گر سنت سچاڻ، بشري بيڪ بنايا هي، آپ درازي آيا هي.

سخي قبول محمد سائين وڏي ڄمار ماڻي، 1343ھ ۾ وفات ڪئي.

7. **ميان صاحب ڏنو** (1308 ھ — 1351ھ)

سخي قبول محمد کي چار فرزند هئا: ميان محمد پريل، ميان محمد بچل، ميان صاحبڏنو ۽ ميان رستم علي.

سخي قبول محمد جي وفات ڪانپوءِ 1343ھ ۾ ميان صاحبڏنو تخت نشين ٿيو. ليڪن خانداني اختلافن سبب درگاھ جو اڳيون اوج نہ رهيو. ميان صاحبڏني 43 ورهين جي عمر ۾ 1351ھ ۾ وفات ڪئي.

8. **ميان جان محمد** (1332ھ- 1371ھ)

ميان صاحبڏني کي ٻہ فرزند هئا: هڪ ميان جان محمد ۽ ٻيو عبدالحق. جيتوڻيڪ ميان جان محمد خانداني اختلافن کي گهٽائڻ جي وڏ ۾ وڏ ڪوشش ورتي، مگر افسوس جو ڪوبہ خاص ڪڙ تيل نہ نڪتو. ميان جان محمد جو دور درگاھ جو نهايت شهنشاهي دور هو. سائين صالح شاھ (وفات 1943ع) راڻيپور وارو بہ سندس ڪچهريءَ لاءِ درازين کهي ايندو هو. ميان جان محمد 1371ھ ۾ وفات ڪئي.

9. **ميان عبدالحق**

جيئن تہ ميان جان محمد کي ڪو نرينو اولاد ڪونہ هو، تنهن ڪري ان جي وفات ڪان پوءِ سندس ننديو ڀاءُ ميان عبدالحق گاديءَ تي ويٺو. ميان عبدالحق ٻهريون گاديءَ ڏٽي هو. جنهن لوڙهي واري اڳوٽي رسم پيچي سنڌ ۽ هند جو سفر ڪيو. ميان عبدالحق کي مريدن خادمن مان لکين روپيہ نذراني طور ملندا هئا. مگر اهي سڀ فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. پاڻ سڄي عمر حويليءَ جي پرسان ڪبڙ هيٺ جهوپڙيءَ ۾ رهيو. دنياوي ٺٽ ٺانگر ڪڏهن بہ اختيار نہ ڪيائين. اميريءَ تي فقيريءَ کي ترجيح ڏنائين.

10. **سخي قبول محمد "ٽيون"**

ميان عبدالحق ڪان پوءِ سخي قبول محمد ٽيون گادي نشين ٿيو. هينئر سخي قبول محمد "چوٿون" گادي نشين آهي.

سرمست 10.1990ع



# درگاهه درازن جي سلسلي جا شاعر

### 1. ميان صاحبڏنو فاروقي

محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو درگاهہ درازن جو باني هيو، تنهن کري کيس "موراڳي" پڻ سڏيندا هئا. پاڻ 1102ھ ۾ ڄائو ۽ 1192ھ ۾ وفات ڪيائين. پيران پير عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان شيخ عبيدالله جو مريد هيو.

بيت

آدم آهي چوڻ ۾، نہ تہ آهي پاڻ الاهہ،
سريرئون ساهہ، صاحبڏني سهي ڪيو،

⋘•⋙

ڪن جو نينهن نهر سان، ڪن دڀايا درياهہ
صاحبڏني جي ساهہ، سارا سمنڊ سمائيا

### 2. خواجہ عبدالحق

ميان صاحبڏني کي ٻہ پٽ هئا: ميان محمد صلاح ( سچل جو پيءُ) ۽ ميان عبدالحق (سچل جو مرشد ۽ سهرو) جيئن تہ ميان محمد صلاح پنهنجي پيءُ (ميان صاحبڏني) جي حياتيءَ ۾ وفات ڪئي تنهنڪري ميان صاحبڏني جي وفات کانپوءِ خواجہ عبدالحق مسند عشق تي ويٺو. عبدالحق سائين 1214ھ ۾ وفات ڪئي. سندس هڪ مدح اسان کي ملي آهي:

مدح

بهر خدا و مصطفيٰ ياغوث رب العالمين،
دل کي ڪرين سيد صفا ياغوث رب العالمين،
تون درگهه خدا جو دفتري، ڪانهي بنا تو رهبري
واهر ٿيو سگهڙا وري، پٽيو سندم دل جي دري
ڪر وهم ڪان آجو وري، ياغوث رب العالمين،

### 3. سخي قبول محمد (اول)

خواجہ عبدالحق جي وفات ڪانپوءِ 1214ھ ۾ سخي قبول محمد مسند نشين بڻيو. سندس هڪ بيت بيدل سائينءَ جي هڪ ڪتاب "تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب" ۾ ڏنل آهي:

جامن تي جامان، پرين پهري آيو،
ڪامان ڙي ڪامان، تہ ڪيڏو لڪ ڪريم ڪيو.

سخي قبول محمد اول 1245ھ ۾ وفات ڪئي.

### 4. سچل سائين

ڪافي جي صنف جو چوٽ چڙهيل شاعر 1152ھ ۾ درازن ۾ ڄائو. سچل ڪانپوءِ اڄ تائين صوفي شاعرن تي سچل جي فن ۽ فڪر جي ڇاپ آهي. صوفي شاعرن ۾ سچل پهريون شاعر هيو جنهن "اناالحق" جو نعرو وڏي واڪي هنيو. سچل 1242ھ ۾ وفات ڪئي.

ڪافي

جوڳي آيا ڪنهن دس دا
نالا ذات نہ ڏس دا
گهن دا نہ بکيا الا، ڏيندا جي ڪوئي پلو
هڪ دل اسا ڏڙي ڪس دا.
مک وچ مرلي الا، ڪنين ڪنڊل پلو

ڳلي ڳلي ڪڙا نچ دا.
سچل سارا الو، سچ اکيندا پلو
هادي هر جا وس دا.

### 5. گل محمد فاروقي

درازن جي فاروقي خاندان مان هيو. سندس حياتيءَ جو احوال پيرائتو ملي نہ سگهيو.

ڪافي

ڪاغذ آيا ڪالهہ، ميڏي دلبر دا
خط خوشي دا ڏيکڻ سيتي، خاطر تي خوشحال
ڏيکڻ نامي نال تيو سي، جاني جام جمال
اکر هڪ هڪ روز رقعي دا، ڏاڍي حالت حال
گل محمد يار سجڻ دا، هي ڪاونت ڪمال

### 6. خدا بخشي فقير "خاڪي"

خاڪي. فقير سخي قبول محمد ثانيءَ جو ڏهتو هيو ۽ طالب پڻ. سخي سائينءَ جي صحبت ۾ رهي ريتو ٿيو. 1960ع ۾ وفات ڪيائين.

ڪافي

مان آهيان منصور، چوان تو اناالحق
خود خدائي خيال آهيان، مدامي منظور
حلاجي آ حال منهنجو، هر جا حاضر حضور
عشق سراسر سر الاهي، محبت مان مذڪور
بيخود بيسر بحر بيچوني، مستي ڪان مخمور
عرش فرش تي اظهر مظهر، خاڪي نسورو آ نور.

### 7. رحيم بخش "نثار"

ميان خدا بخش بي اولاد فوت ٿيو تنهنڪري سندس وفات

پڇاڻان فقير رحيم بخش نثار (سندس سوٽ) گادي تي ويٺو.

ميان رحيم بخش 1921ع تي درازن ۾ ڄائو ۽ 1936ع ۾ فائينل پاس ڪيائين. روايتي صوفي انداز جو سٺو شاعر آهي.

ڪافي

هي آ چوڻ روا، آدم الاهه، منجهه صفت سمائي ذات آ
پيئڻ شوق شراب، فرض عين ثواب، هيءَ رمز رندي رمزات آ
منجهه نينهن نشي رهن مست سدا، مدهوش رهي ڪن فرض ادا
ڇا مئخان اندر، ڪعبي، مسجد، مندر، تن ساڳي ڏٺي تجلات آ.

## 8. عبدالقادر فاروقي

ميان عبدالقادر 1915ع ۾ درازن ۾ ڄائو ۽ 1982ع ۾ وفات ڪيائين.

سوچ سهي ڪر سمجهه سياڻا ثابت سر سڃاڻ
الانسان سري وانا سره انهيءَ اکر اهڃاڻ
تون پنهل پڌرو آهين پاڻ
شهر درازين دلبر دانا ياڳيا وسن تنهنجا ياڻ
سخي سجاده نشين وڏا تي سڪ جا سرس سباڻ.

## 9. مظهر علي "عاشق" درازي

ميان مظهر علي "عاشق" فاروقي ولد ميان نياز حسين 1939ع ۾ درازن ۾ ڄائو. هن وقت مسجد اسڪولن جو سپروائيزر آهي.

ياد پنهنجي يار ڪيل قالو بلا ڪلمات ڪر
ذوق سان ظاهر وري جانب اها جذبات ڪر
ويسلو رهه ڪينڪي اها تات تون ڏينهن رات ڪر
بيون سيئي باتيون پلائي برهه واري بات ڪر
پاڻ ۾ پيهي تون پس تو ۾ ئي سارو سير آ
تو سوا هتڙي ۽ هُتڙي قرب وارو ڪير آ
آ حقيقت هيءَ صفا تنهن ۾ نه ڪو قند قير آ

پر نہ ڪو سمجھي سگھيو ھي برھہ وارو پير آ
ٿي سچو ”عاشق“ حقيقي عشق ڪي اثبات ڪر
ٻيون سيئي باتيون پلائي برھہ واري بات ڪر.

10. حافظ عبدالله قريشي

حافظ صاحب سچل سائينءَ جو استاد هيو. 1233ھ ۾ وفات ڪيائين. سندس وفات جو ڪتبو سچل منظوم ڪيو.

ڪافي

آ پرين ڪنهن پر پلوڙي اھڙي نہ مون سين ڪر
راتيان ڏينهان آهي اسان ڪي سڪ تان تنهنجي سر
عاشق تنهنجو عبدالله دلئون آهي دلبر

11. نانڪ يوسف

نانڪ يوسف ولد مولوي محمد هاشم ڪوڪر اصل جهل مگسي (بلوچستان) جو ويٺل هيو پر سچل سائين جي طالب ٿيڻ کان پوءِ اڳڙن جي پرسان پنهنجو ڳوٺ ٻڌائين. نانڪ يوسف 1269ھ ۾ وفات ڪئي.

ڪافي

گم هوڪي ويک نظارا، آپ سارا، محبوب دي صورت ۾
برهين بيخود هوڪي، جند جان ڪنون هٿ ڌوڪي
پچي مارين نينهن نغارا، اناالحق نعرا
سانون پير مغان پر جهايا، وحدت دا راه بتايا
ٻلهارا جائون ٻلهارا يوسف پارا.

12. محمد صلاح پيو

محمد صلاح فقير ٻير لوءِ ضلعي خيرپور جو ويٺل ۽ سچل جو طالب هيو.

ڪافي

هـن تـڪـيءَ تـي تـورا، ڪـيـا آهـن ڪـوهـيـارل ڪـيـئـي
لٽي ڪس قلوب تـان، پسـي پـريـنءَ پـيـشـانـي....اونـداهـي ويـئـي
محمد صلاح چئي ڳڻن پري جون، پال لکين پلايون... ڳالھ ڪريان آءُ ڪيھي.

13. **فقير شير خان پنيرو**

سچل جو طالب هيو ۽ هنگورجن جي پرسان ڪنهن ڳوٺ جو وينل هيو.

ڪافي

دلبر تنهنجا دام دام، دوست وڌا دل منهنجيءَ تـي
پلڪ پنهل تي نہ پري، ساعت منهنجي ڪين سري
هيءَ مٺل تي هت مري، ساري صبح شام شام
شير خان چئي جيتر جيئان، سؤ سؤ پيرا صدقي تيان
من ڪا مهر پوئيءَ ميان، مير مديني جا ڄام ڄام

14. **گهرام فقير**

گهرام فقير ولد علي بخش سچل جو طالب هيو. سچل جي وفات تي گهرام فقير پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار هيٺ ڏنل ڪافي ۾ ڪيو آهي:

ڪافي

هـو سـچـو سـالـڪ سـچـل، دانـهـہ درازي در هـيـو
قـنـڌار ۽ ڪـابـول ۾ ڪـشـمـيـر ۽ ايـران ۾
هر ڪنهن سٽيو هر ڪنهن ڏٺو، گهرام غازي گر هيـو.

15. **بهرام فقير**

گهرام فقير جو ننڍو ڀاءُ ۽ سچل سائين جو طالب هيو.

ڪافي

جادوگر ويولتي، دلڙي نائڪ ناز سان
اچي بينم سامهون، ٻاڻ هٽي تو ٻتي،.. صورت واري ساز سان
دل بهرام جي دوست لٽي آ، محبت مورنہ مٽي،... جيئن شاه محمود اياز سان

## 16. خير شاهہ

رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جو ويتل سچل جو طالب هيو.

ڪانگ تو لنوي، منهنجو جانب جاني ايندو
سعيو ڪريو مڙيوئي سرتيون اڱڻ ٻهاريو اوي
مجيو سوال سائين سچي، ايئن خير شاهہ تو چوي

## 17. فقير غلام حيدر شر

فقير غلام حيدر ولد قائم خان 1215ھ ۾ ڳوٺ مينگهي فقير ۾ ڄائو. سلوڪ جو سبق نانڪ يوسف کان ورتائين. فقير صاحب 1196ھ ۾ وفات ڪئي.

ڪافي

عشق مچائي ڏم ڏام، ترڪ تڏان اسلام ٿيوسي
غلام حيدر گم صورت وچ، مرشد والي ماهہ مورت وچ
هادي حق هنگام، عشق اساڏا امام ٿيوسي

## 18. مينگهو فقير شر

مينگهو فقير ولد غلام حيدر فقير شر 1233ھ ۾ ڄائو ۽ 1313ھ ۾ وفات ڪئي، هي درويش بہ نانڪ يوسف جو پالڪ هيو.

ڪافي

رند روز رمزن ۾ رتا، اسم ۽ جسم کي ڏين ترڪ
مينگها متارا موج ۾، پيالا پيتائون اوج مان
دم دم درازي فوج ۾، وحدت جي واديءَ ۾ غرق

### 19. فقير قائم الدين شر

مِيان قائم فقير ولد مينگهو فقير شر سخي قبول محمد ثانيءَ جو طالب هيو.

ڪافي

اهي موڳا اتي منهن ڪار، ملان مردار چوان
مردي خور مقامي چپرا، پس پٽين جا پار
ڇُٽيل چوڏار چوان
قائم ڇڏ تون ڪنڌ ڪتن جي، روحي ٿي رهوار
نسنگ نروار چوان

### 20. مراد علي فقير شر

مراد علي فقير ولد مينگهو فقير شر 1303ھ ۾ 1361ھ ۾ وفات ڪيائين. سخي قبول محمد ثانيءَ جو طالب هيو.

ڪافي

عشق ناهي آسان، جذبئون جسم جلائي ٿو
عاشق ڪول اکيون ڏس اوڏاهين، منهن ڪيون بيٺو آهي توڏاهين
پري نہ پانئج پاڻ، الانسان الائي ٿو.
رهبر آهي رمز رباني، ونفخة فيہ راز نهاني
اچڻ سندو احسان، مراد علي ڳڻ ڳائي ٿو

### 21. جامين فقير

جامين فقير ڳوٺ رسول پور (گهنڊ) تعلقہ ميرواهہ جو وينل ۽ غلام حيدر فقير جو مريد هيو.

ڪافي

عمر هي اجوڪي ويل، مئيءَ ڪي ٿي ماري
سڪ سانگين جي ڪيا سنڌ ساٿا

جيئري جامين چئي ڏسنديس ڏوري، مرڪي ڪنديس ميل
واڳڙ واري، ساهہ منهنجي ڪي سانگي سباڻا

## 22. مبين فقير

مبين فقير ولد جامين فقير شر، غلام حيدر فقير جي درگاهہ جو مريد ۽ مينگهي فقير جو سهيوڳي شاعر هيو.

ڪافي

آديسين جون اوطاقون، جايون ڏسي منهنجو جيءَ جلي ٿو
ويا ويراڳي وري نہ آيا، مون من موهي ماڳئون
مڙهيون پوري مبين چئي، تاڙا ڏئي ويا طاقون

## 23. مير رستم خان

مير رستم خان بن سهراب خان 1184هہ مطابق 1773ع ۾ ڄائو ۽ 1811ع ۾ گاديءَ تي ويٺو. سندس ننڍو ڀاءُ مير علي مراد انگريزن جو حمايتي هيو. ميرن جي خلاف انگريزن جي مدد ڪيائين. اهوئي سبب هيو جو ڏبي ۽ مياڻيءَ جي جنگ ۾ ميرن هارايو. مير رستم انگريزن جو قيدي ٿي ويو ۽ 1846ع ۾ پوني ۾ وفات ڪيائين. سچل جو قبو بہ هن ئي مظلوم مير، محبت ۽ عقيدت سان تعمير ڪرايو هيو.

ڪافي

ساهہ سڪي دل ساري
ويو مچ ڀاروچل ڀاري
ڏسي ڏسي تون سڄڻا، آب اکين ڏنو هاري
الهہ آڻيندءِ عجيب اسان وٽ، تين واڏايون ناري
رستم ڪي راضي ڪري، ويهہ اچي پرين پاڙي

## 24. مير علي مراد "مجروح"

مير عليمراد بن مير سهراب خان ميرن جي بادشاهيءَ وجڻ

ڪانپوءِ انگريزن، خيرپور رياست، مير علي مراد کي انعام ۾ ڏني 1843ع ۾ رياست جو والي بڻيو ۽ 1894ع ۾ وفات ڪيائين. نانڪ يوسف جو معتقد هيو ۽ ڪيس رهائش لاءِ گهر ۽ جاگيرون ڏنيون هئائين.

ڪافي

اج عيد گهر گهر ياري وي

آمل متا منتار وي

راتيان ڏينهان درد ڏکينديان، مئن کلڙي پئي تڙڦينديان

تيڏي بانديان دي مئن بانديان ، ڪڏان آ ميڏا سردار وي

مند آئي بهار دي، بلبل مست پڪار دي

مئن نون تانگهه گل رخسار دي، گل رخ ويکان جنسار وي

گل هار پاڪي سهيليان، سهجئون ڦرن البيليان

مئن منڙي اڪيليان، نهين پاوندا هاري سينگار وي

سک ستيان ڪنتي واليان، اسان ڏکيان راتيان جاليان

"مجروح" اندر ديان ڳالهيان، دل هڪ درد هزار وي.

25. مير فيض محمد "عاجز"

مير فيض محمد بن مير علي مراد پيءُ جي وفات ڪانپوءِ 1894ع ۾ خيرپور رياست جي گاديءَ تي ويٺو ۽ 1909ع ۾ وفات ڪيائين.

ڪافي

ٻاجهؤن ڪيچ ڏٺين جي ڪير لهندو سارون

ساعت ساعت سک مون، روح ڦتي تيو ڦارون

ڪاهي رسج ڪيچ ۾، سڻان توڏن توارون

عاجز ڏونگر ڏک ئون، ڪندا عاجز آزارون

26. مير علينواز "ناز"

هيءَ عاشق جيئڙو مير امام بخش جو فرزند 1884ع ۾ ڄائو،

1921ع ۾ پيءُ جي رحلت کانپوءِ رياست خيرپور جي مسند تي ويٺو ۽ 1935ع ۾ وفات ڪيائين.

### ڪافي

تنهنجي رمز سهڻا مان ڇا سمجهان آسان بہ آ دشوار بہ آ
تنهنجي وعدي تي اعتبار ڪهڙو اقرار بہ آ انڪار بہ آ
تون دور رهين بي نياز مولا، سڻ فريادي جو آواز مولا
هن بيگناهہ جي مارڻ لئي، تکو تير بہ آ تلوار بہ آ
هن بيوس دنيا ۾ رهڻ، آهي درد مصيبت غم جو سهڻ
ناهي توکان سواءِ منهنجو ڪوبہ خدا، آرام بہ آزار بہ آ
جتي حسن تجلي نور ڏسان، هر سرو قمري مخمور ڏسان
سڻ فريادي جو فرياد متا، جتي گل بہ آ اتي خار بہ آ
دولت زر جي پاس نہ آهي، پڻ مهر وفا جي باس نہ آهي
هن ساري دنيا ۾ ناز غريب، زردار بہ آ نادار بہ آ

### 27. محمد صالح قادري

لاڙڪاڻي ۾ ٻڙهي ميان صاحب سندس محلو مشهور آهي. ميان عبدالحق جو عاشق صادق هيو. قلات، قنڌار، خراسان ۽ بخارا تائين سندس مريد هئا.

### ڪافي

نازان نال ماريوئي، ڪيها ڪيس ڪيتوئي
اکيان تيڏيان لعل شرابي، پيالا پر پيتوئي
مشڪڻ سيتي صالح سارا، سيني وچ سيتوئي

### 28. غلام محمد گدا

ميان غلام محمد ولد ميان محمد صالح لاڙڪاڻي شهر ۾ 1246هہ ۾ ڄائو ۽ 1310هہ ۾ وفات ڪيائين. 12 شوال تي سندس فقرائي ميلو پڻ ٿيندو آهي.

ڪافي

ڪليا نور جبين تون نقاب ميان، جيوين سورج ڪندن سحاب ميان
ڪجل ريھ تڪي ڪنون سيف ميان، سرخي پان ويڪو تعريف ميان
خط سبز گردوه تاب ميان، جيوين حلقا لڳا مهتاب ميان
ڪيتا آپ گدا تون شاد ميان، ارشاد مغان ري آباد ميان
هويا ترڪ گناھ ثواب ميان، ڪيتا قلقل جب شراب ميان

29. **فقير علي محمد قادري** (1858-1940ع)

قادري مرحوم ڪي شاعريءَ جو شوق پنهنجي مامي غلام محمد گدا جي صحبت مان حاصل ٿيو. عروضي شاعريءَ جَي فني ڇاڻ لاءِ رسالو ”گلدستہ سنڌ“ جاري ڪيائين. سندس همعصر شاعر ڪيس استاد تسليم ڪندا هئا.

غزل

بهار آيو صبا غنچن گلن ۾ ڪانہ ٿي ڏسجي
رهي سا ڪوئي جانان ۾ چمن ۾ ڪانہ ٿي ڏسجي

ٻڌي تعريف مئخاني جي آيس دور ڪان ساقي
مگر گيرٽ مئي جي پيي مٿن ۾ ڪانہ ٿي ڏسجي

خبرداريءَ سان رھ اي قادري دنيا جي گلشن ۾
وفاداري اجوڪي گلرخن ۾ ڪانہ ٿي ڏسجي

30. **غلام عباس ”جوش“** (1904-1962ع)

ميان غلام عباس ولد ميان دوست محمد قادري جو سنڌي ٻوليءَ جي اهم غزل گو شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو.

صد شڪر رخ ٿيو آ، مون ڏانهن يار جو ڪجھ
مس مس ٿيو آ سامان، اکين جي ٺار جو ڪجھ
مصريءَ ڪان وڌ مٺو جيئڻ منهنجو مٺو جو آيو

ويو مرتبو وڏي جهٽ، مصري بازار جو ڪجهہ

### 31. غلام سرور فقير قادري (1886-1932ع)

غلام سرور فقير ولد ميان نور محمد ابتدائي تعليم پنهنجي والد محترم ۽ چاچي "گدا" مرحوم کان حاصل ڪئي، سندس ڪلام عاشقانا ۽ ناصحانہ مضمون تي مشتمل آهي.

غزل

نوجوان يار جدا، سونهن ۽ سينگار جدا
لذت درد جدا، ناز طرحدار جدا
عشق تنهن جي ۾ مليو مونکي مزو کھڙو نہ خوب
لذت درد جدا، لذت آزار جدا
زلف رخ تان جو هٽيا، حسن هيءَ ڪرامت ڪئي
شمس نروار جدا، رات نمودار جدا.

### 32. ڊاڪٽر اياز حسين قادري

اياز قادري جو سنڌ جي ناميارن ڪهاڻيڪارن، شاعرن ۽ محققن ۾ شمار ٿئي ٿو. "سنڌي غزل جي اوسر" تي وڏي محنت ۽ تحقيق سان مقالو لکي ڊي. فل جي سند حاصل ڪئي اٿائين.

غزل

امانت عشق جي جڏهين ڪٽڻ مون چاهہ مان چاهي
چيو هن آ هي مشڪل، مون چيو مون لاءِ آسان آ.
وڃائڻ عمر ساري خوبروين جي محبت ۾
چيو هن ڪفر آهي، مون چيو منهنجو هي ايمان آ.

### 33. "اڇڻ فقير"

محمد ذاڪر ولد چنيهہ فقير ويٽل کهڙا تعلقہ گمبٽ، فقير صاحب خواجہ عبدالحق جو طالب ۽ سچل جو همعصر شاعر هيو.

ڪافي

منهنجي من جو معلوم هو تن ڪي سڀ حال
سدا دؤر تان دولت جو، قيل نہ گهرجي ٻي قال
دلبر دائم دل سان، شامل هجن شال
ذاڪر سدا ذوق تو، ڪرين پلايون پال

34. رزاقڏنہ فقير

رزاق ڏنو فقير ولد محمد ذاڪر پڻ درويش صفت انسان درازي درويشن جي لڙهہ لڳل هيو. شاعريءَ ۾ نالو رازل، رزاق، اڇڻ ۽ احقر ڪم آندا اٿائين.

ڪافي

مينڌرا تنهنجي محبت، معاف ڪري بدي بدي
ڪرمؤن پنهنجي ڪريم ميان، شاهہ ڪيو ڪا شفقت
غرق ٿياسي گناهن ۾ محب ڪجو ڪا مدت.

35. نور الدين فقير

هي درويش بہ چنيهہ فقير جي خاندان مان هيو.

ڪافي

سهٽي دي سهٽي چالي چالي
برهہ ڪئي بيحالي حالي
ڪونهي قرار قلب منهنجي کي
جيئن آب نہ رهي وچ ڇالي ڇالي

36. خليفو ڪرم الله

چنيهہ فقير کي ٽي پٽ هئا فقير محمد، خاوند ڏنہ ۽ محمد ذاڪر. ۽ وري فقير محمد کي ٻہ پٽ ٿيا: محمد علي ۽ محمد فاضل- ڪرم الله فقير ميان محمد علي جو مريد هيو.

## ڪافي

ڪيئن پڙهان مان قرآن ڪتاب، عشق آخوند نہ سبق پڙهڻ ڏئي
سبق سڄڻ ڏنو سوايو، پنو پرت جو پريئڻ پڙهايو
باري برهہ جو هڪ ئي باب، ٻيو ڪوئي نہ ڪتاب ڪڍڻ ڏئي
ويو ڪرم الله فراق ۾ ڦاسي، سڪ ۾ سدا ساجن سناسي
واحد ڄاڻي رب وهاب، دوست نہ ذاڳو شوق چنڻ ڏئي

### 37. ايسر داس

روهڙي شهر جو رهاڪو ۽ سخي قبول محمد سان پرت جو پيچ پيل هوس.

## ڪافي

ڇتا سي ڪفر ڪافر ڪئون، لنگهي منجهہ عشق آيا سي

جنين جودئون ڀاتي جهاتي، ڪتا سي قرب جي ڪاتي
جنين سان لئون سخيءَ لاتي، ٽيا جي حال هن ابتر
هاديءَ جي گهور گها ياسي

اتي "ايسر" ڪري آهون، ٻڌي هٿڙا ٻئي ٻانهون
سڄ سڏڙا سڄڻ دانهون، جيئن جا سپ سڪي ابر
تنهنجي اج اجا ياسي

### 38. ساڌو هيمن داس

پرڳڙي خيرپور ميرس جو ويٺل سخي قبول محمد ثانيءَ جو طالب هيو.

## ڪافي

راند عشق جنين سان رچي، ٿيا بانڪا سي بئبان ۾
شو قئون شهادت جام جي پيئن،

مستيءَ ۾ سي نچي نچي، تين قتل ڪل مئخان ۾
”هيمن“ سي جهل ڪنهن نہ جهليا،
پتنگ جان پچي پچي تيا وارد شمدان ۾

## 39. محبت فقير سومرو

جمعو عرف محبت فقير مگرجي لڳ پير ڳوٺ جو ويٺل سخي قبول محمد جو طالب ۽ مخدوم غلام محمد هالائي ۽ محمد فقير ڪتياڻ سان خاص قرب هيس.

ڪافي

جي پڇئي نہ پاڻ سڃاڻ، ظاهري زهد ڪان مات متي تي
پيچ هئڻ عقبيٰ جو پولو، حور قصور ڪان پلي چڏ پاڻ
چگي تنهن ڪان وهہ جي وتي تي
اول آخر ظاهر باطن، جاڻ اهوئي پاڻ نہ آڻ
مڙ نہ ”محبت“ سر جي ستي تي.

## 40. موريو فقير سومرو

اصل ويٺل ممون ڏوڻ تعلقو رتوديرو سخي قبول محمد ثانيءَ جو طالب هيو.

ڪافي

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار آ،
نينهن جو نعرو نئون اج تائين نروار آ.
ظاهر سچل باطن سچل هي سڀ سندس سينگار آ،
غير تون جاڻين متان اولي ابر انوار آ.
در تنهنجي سائل سڄڻ پيو اچي پينار آ،
پرت جو پيالو ڏسو هي موريو مگٺهار آ.

## 41. علي مراد فقير سومرو

علي مراد ولد موريو فقير سومرو ممون ڏوڻ تعلقي رتيديري جو وينل هو. هي درويش بہ سخي سائينءَ جي لڙهہ لڳل هيو.

نـکـي قـدرت مـجـيـان نـہ کـي ساراهـيـان تـو،
چڏ مذهب مونجهارو، تہ تئي آجائي عليمراد چئي

## 42. مٺل فقير سومرو

مٺل فقير ولد عليمراد فقير ڳوٺ ممون ڏوڻ هينئر ساڪن درازا درگاهہ، سائين "نبين جڙيي" (سخي سائين جي پوٽي) جو طالب آهي.

ڪافي

سـتـا سـور جـاڳـي نـوان تـي سـامـاٽـا
پـاسـي ريءَ پـريـن جـي وٽـن نـہ وهـاٽـا
وجـي مـحـب مـسـجـد يـا مـنـدر مـڙهـيءَ ۾
جتـي پـيـر پـائـي سـي تـهـڪـن تـهـڪـاٽـا
ڪـري مـرڪ مـنـتـار مـاري چـڏي تـو
چپن مان تا چـمـڪـن چـڻ مـوتـيـن جـا داٽـا

## 43. محب علي فقير

هي درويش سخي قبول محمد ثانيءَ جو طالب هيو.

ڪافي

شهہ سـچـو صـاحـب درازي مـسـت الـسـت اظـهـار آ
عـاشـقـن جـي فـوج ۾ چـون آفـتـاب انـوار آ
منـجـهـہ زمـيـن و آسـمـان نـعـرو سـنـدس نـروار آ
ازل ڪـان آيـو ڪـٽـي بـاري بـرهـہ جـو بـار آ
ڪون و مـڪـان ڪان ويو لنگهي لاحد رسيو رهوار آ
جان ڏسي هرجاءِ تـي سـارو سـنـدس سـيـنـگـهـار آ

### 44. بهاول فقير شيخ

بهاء الدين عرف بهاول فقير ايڪسائيز انسپيڪٽر جي عهدي تي فائز هيو ۽ سخي قبول محمد ثاني جو طالب هيو.

ڪافي

وجان ٻلهاري وي شاهه فراق، تيڏي آوڻ مينون سڪڙي لڳائي
تيڏي بغير درد نه هوندا، منزل درد پڄائي
قدر ساڏا عاشق ڄاڻن سولي جن سرهائي
درد فراق جنهن وٽ بهاول، تنهن وٽ دوست سدائي

### 45. سردار بهادر محمد بخش "ڪوجهي"

محمد بخش ولد الاهي بخش شيخ 1891ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. سخي قبول محمد ثانيءَ جو عاشق صادق هيو. سماع وقت گيڙو ويس ڍڪي يڪتارو کڻي فقراء سان ڳائيندو هيو.

ڪافي

اپڻا آپ پڇاڻ الهه عبد ڪهايا هي، عشقئون رنگ رچايا هي
شان آدم دا ايڏا ڪيتس مل ملائڪ سجدا ڏيتس
اهو راز سڃاڻ، اندر آپ سمايا هي تب تو سجدا آيا هي
ڪعبا ڪاشي مسجد مندر، سب تون قولين اپني اندر
ايها رمز پڇاڻ، ڪل وچ آپ بسايا هي، ناحق ملڪ منجهايا هي
قبول محمد دولهه دلبر، "ڪوجهي" دا هي راحم رهبر
ستگر سنت سڃاڻ، بشري بيگ بنايا هي، آپ درازين آيا هي

### 46. ڪريم بخش فقير

ڪريم بخش عرف ڪريمڏنو فقير سردار محمد بخش ڪوجهيءَ جو پاءُ هيو ۽ سخي قبولِ ثانيءَ جو طالب هيو.

کافي

لالڻ تنهنجي لاري لڳي آهيان
لڳي آهيان مان تڳي آهيان

گولي قبولڻ يار پنهنجي جي
ڪريمڏنا مان سڳي آهيان

### 47. ماستر احمد علي

ماستر احمد علي اصل گهوٽڪيءَ جو ويٺل پر پچاڙيءَ ۾ پير ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ هيڊ ماستر هيو. وفات ڪانپوءِ سندس لاش سخي سائينءَ جي حڪم سان درازن ۾ دفنايو ويو.

کافي

جنهن کي سڪ سخي سرور جي
کهڙي ڪاڻ ڪڍي محشر جي
هڪ دفعي جي زيارت سان
معاف پڇا قبر جي.

### 48. رجب علي فقير "دلسوز"

روهڙيءَ جو ويٺل سکر ۾ سول ڪورٽ ۾ ڪلارڪ هيو مگر درازن جي سڪ ۽ چڪ سبب وقت کان اڳ پينشن وٺي ساري عمر درگاه جي رياضت ۾ گذاريائين.

کافي

توبهه هر دم زاري ڏولڻ يار توسان
ڪانڌ ڪميٽي اصلوڻ آهيان، بيحد بڇڙي لائق ناهيان
بد عمل بد ڪاري
"دلسوز" پرتئي سخي شاهه سرور، هيٺن جو تون هاري ننگ پرور
دلبر ڇڏ نه ڌاري

### 49. محمد موسيٰ فقير سومرو

محمد موسيٰ ولد محمد عثمان سومرو اصل گمبٽ جو وينل پر پوءِ ڳوٺ فقير نانڪ يوسف ۾ رهيو ۽ وفات درگاهه درازن تي ڪيائين.

آءُ متا مون وٽ وري
تو سان سندم دلڙي اڙي
چو وئين ڇا ڪان رسي، ڏوهه ڪهڙو منهنجو ڏسي
رئندي پيا پاندڙا پسي، دل درد ۾ ويئي سڙي.

### 50. محمد بخش سومرو "محب"

محمد بخش ولد محمد موسيٰ ڳوٺ نانڪ يوسف ۾ 1920ع ۾ ڄائو. 1939ع ۾ ماستر مقرر ٿيو ۽ 1973ع ۾ پينشن وٺي گوشي نشيني اختيار ڪيائين.

ڪافي

سرڙو سهائڻ ڏکي ڪجهه ڳالهه آ
پنڌا ٿانگو پيرڙو پائڻ ڏکي ڪجهه ڳالهه آ
عشق جو ناتو الفت دل جي مام وڏي تہ مهار ڇڪن ٿا جوڳي
صاف سچاري بر ۾ بهاري ميلو مچائڻ ڏکي ڪجهه ڳالهه آ

### 51. لعل چند "مجروح" (1884_1942ع)

سندس اسلامي نالو لعل محمد هيو. ابتدائي تعليم قمبر مان حاصل ڪري ماستر بڻيو. نوڪريءَ مان رٽائرڊ ٿيڻ بعد شهداد ڪوٽ ۾ "شوڪت شفاخانو" کوليائين. سخي قبول محمد جو طالب هيو.

ڪافي

آءُ اوري، منت ٿوري، مان تہ گهوري مان سدا
چشم چوري، وڌو جهوري، شاهه زوري انو را
يار ساري، دل سنياري، تي پڪاري دمبدم

هــــڪ واري آ اوتـــاري، واڳ واري دلـــبـــرا
لـعـل جـاري اشـڪـبـاري، انـتـظـاري تـو ڪـري
ڏي قـــراري قـــرب واري، داغ واري دلـــربـــا

52. **آغا غلام نبي صوفي** (1889-1938ع)

آغا صوفي شڪارپور جي دراني پٺاڻ خاندان ۾ آغا گل حسن (نائب وزير رياست خيرپور) جي گهر ۾ ڄائو. درازي درويش سخي قبول محمد ثانيءَ جو طالب هيو. سندس سڀ کان اهم ۽ يادگار ڪم "سچل سرمست" نالي شاهڪار تحقيق آهي جنهن ۾ سچل جي سوانح، ڪلام توڙي فڪر جي اپٽار نهايت وڻندڙ انداز ۾ ڪئي اٿس.

ڪافي

سڄڻ سهڻي سندي صحبت سدا دل هاءِ ساري تي
نـيـازي ۽ ڪـري آزي هـنـجـون هر روز هـاري تي

نزاڪـت نـاز نـازڪ جـي ڪـئـي دل قـيـد آ قـابـو
متي مـنـتـار جـي مـحـبـت نـمـاڻـي دل ڌتـاري تـي

الاهي هر طرف هي دل ڏسي تي بـاهہ جا پـڙڪـا
نہ تيس آرام ڪو ٻاهر نہ ڪي گهر ۾ گذاري تي

پڪاريندي دکي دل کي ادا کي ورهيہ ويا گذري
نـمـاڻـي يـار نـيـڻـن سـان سـدا واٽـون نـهـاري تـي.

53. **آغا عبدالنبي "آغا"** (1903-1976ع)

آغا صاحب، مرحوم آغا صوفي جو ننڍو ڀاءُ هيو. شاعريءَ جو شوق بہ آغا صوفيءَ جي ئي صحبت ۾ ٿيس. پهريائين شڪارپور ۾ فارسي جو استاد مقرر ٿيو، پر ستت اها نوڪري ڇڏي مختيارڪار بڻيو جتان ترقي ڪري ڪمشنر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

غزل

اج ياد مون پون تا گذري ويل زمانا
زخم جگر تي منهنجي نظرن جا تازيانا

اها مرڪ تنهنجي مٺڙي، اها تنهنجي دلربائي
اهي منهنجون منتون ۽ تنهنجا رڳو بهانا

منهنجي التجا ۽ آزي، تنهنجي بيرخي ستمگر
تير- نگهہ سان دل تي تنهنجا چٽڻ نشانا

شال ياد تنهنجي دائم دل تي رهي تہ منهنجي
يل داغ دل جا" آغا" تازا رهن توانا

## 54. خدا بخش فقير عباسي

خدا بخش ولد الاهي بخش نانڪ يوسف جي ڏهٽاڻ مان هيو. سخي قبول محمد ثانيءَ سان سندس عشق چوٽ چڙهيل هيو. فقير صاحب 1955ع ۾ ڳوٺ فقير نانڪ يوسف ۾ وفات ڪئي.

ڪافي

ڏي خبر ميان خابرو منهنجا پرين ايندا ڪڏهن؟
راتيان ڏينهان رڙندي وتان، سڪ سوز ۾ سڙندي وتان
ڳٽتين اندر ڳرندي وتان، مون کي مٺل ملندا ڪڏهن؟
خدا بخش تي من رحم ڪن، ڪنهن مهر سان مون سان ملن
لڳ حسين حيدر حسن، منهنجي اڳڻ ٺلندا ڪڏهن؟

## 55. قاضي علي اڪبر درازي

درازن جي درگاهہ جي عاشقن ۾ قاضي مرحوم ڪنهن بہ تعارف ۽ تعريف جو محتاج نہ آهي. قاضي صاحب سچل جي فڪر ۽ فلسفي جي ترويج ۽ تشهير لاءِ پنهنجي سڄي عمر وقف ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي هڙان

ان سلسلي ۾ ڪيئي ننڍا ڪتاب ڇپائي مفت تقسيم ڪندو رهيو.

ڪافي

آيا دلبر آيا، آيا دلبر آيا، ڪري مهر مسڪينن قربئون قدم گهمايا
آيا دلبر آيا آيا دلبر آيا
”و نفخة“ والا ڏئي اشارا، سارا نور سمايا
مڙي ملائڪن نال ادب دي اپٹا سيس نوايا- آيا دلبر آيا
غلام اڪبر دا تنهن دلبر ڪيتا بخت سوايا
نال سخادي دستئون اپٹي محبت جام پلايا- آيا دلبر آيا
شاهہ سخي سردار سوڀاري، واهہ جو رنگ رچايا
در تهين دلدار اتاهون، فيض هزارين پايا — آيا دلبر آيا

56. هادي بخش فقير مغل

خليفي رسول بخش شڪارپوريءَ جو ننڍو ڀاءُ هيو. هندو توڙي مسلمان ڪيس ”چاچو“ ڪري سڏيندا هئا. سب رجسترار جي عهدي تان رٽائر ڪري باقي عمر درگاهہ درازن جي رياضت ۾ گذاريائين. هادي بخش فقير سچل جي راز نامي جو فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو پڻ ڪيو آهي.

بيت

اديون اچي دل ۾ درد ڪيو ديرو
”القلب بيت الله“ پير سليو پيرو
پورل ٿيو پيرو، هيٺيءَ سان هادي بخش چوي

57. صوفي جهامنداس ”عاشق“

سندس پتاجو نالو جيئند مل آهي، پاڻ جهونو صحافي ۽ شڪارپور جي ادبي اداري ”سچل سرمست“ جو اعزازي سيڪريٽري آهي. اڪثر سندس ڪلام سچل جي تعريف ۾ آهي.

غزل

نماز عشق ۾ پيرِ مغان امام تئي
صراحي سجدو ڪري جام در قيام تئي
نگاهہ شوق جو ڪوئي تہ مڙهہ مقام تئي
خزان ڪٿي تہ بهارن جو انتظام تئي
ڏنو هي درس آ اسان کي شاهہ دراز
سلام مسلم ۽ هندوءَ سان رام رام تئي.

### 58. ماستر گل حسن "بيخود"

ماستر گل حسن ولد محمد عمر ڪيڙو باقراڻن جو وينل ۽ پرائمري اسڪول باقراڻيءَ ۾ استاد آهي. صوفي رحيم بخش "نثار" درازيءَ جو طالب آهي.

ڪافي

عشق اسان جو آهي دين — مذهب سارو مطلب آهي
ڪفر جو ڪلمو پاڻ پڙهيوسي دل سان ڪري يقين
مذهب سارو مطلب آهي.



# سچل جا همعصر شاعر

سچل جو جنم اندازاً 1152هه مطابق 1739ع ۾ ۽ وفات 1242هه مطابق 1827ع ۾ درازن ۾ ٿي. ان وقت ۾ سنڌ ۾ جيڪي شاعر عمر جي پيرسنيءَ ۾ هئا يا ٻاراڻي اوستا ۾ هئا تن کي سچل جو همعصر سمجهي، انهن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

## "شاهه لطيف ۽ سنڌس ٻالڪا"

**شاهه لطيف:**

دنيا جي هن عظيم شاعر جو جنم 1102هه مطابق 1689ع ۾ ڀٽ جي اوڀر طرف پنهنجي ناناڻن "ڏيرن فقيرن" جي ڳوٺ ۾ ٿيو ۽ وفات 1165هه مطابق 1752ع "ڀٽ" تي ڪيائين.

ڏک لڳو ڏونگر ڀريو ڀينر ڪاٽي ڀون،
متان لاتو مون، سندو جيئڻ آسرو.

**تمر فقير:**

شاهه لطيف جو خاص خليفو ۽ "لطيفي راڳ" جو پهريون مهندار هيو. تمر فقير 1181هه ۾ وفات ڪئي. سندس تربت شاهه جي مقبري جي ٻاهران اولهه طرف آهي.

پنهون ڪارڻ پٻ ۾ هلي هيڪاندي
ڪيچ ڏٺي ڪانڌي، تيس تيڏي ويل تمر چوي.

**مدن فقير:**

شاه لطيف جو خاص صحبتي ۽ محبتي هيو.

کالهہ گذري کالهہ سان اڄ پڻ ڏينهن ہيو
مڙهي ۾ "مدن" چوي ويهي ڪانگ ويو
جنهن ۾ ماڻ پيو، سا راهہ رهندي ڪيترو.

**عنايت فقير:**

سندس والد جو نالو پير محمد چوڊيو هيو. هي فقير شاهہ لطيف جو خاص معتقد ۽ خليفو هيو. شاهہ صاحب کان گهڻو پوءِ وفات ڪيائين ۽ سندس اڪثر ڪلام لاڪيٽي لطيف جي سارِاهہ ۾ چيل آهي.

تون لطف، ڪر لطيف ڪامل ڏينهن قيام،
اتارج عنايت ڪي لطيفن جي لام،
آهيان تنهنجي سام، لنگهائج لطف سان.

**صالح فقير:**

شاهہ صاحب جي خاص ارادتمندن مان هڪ هيو. مرزا قليچ بيگ جيڪو شاهہ جو رسالو مرتب ڪيو آهي، ان جي "سر ڌناسري" ۾ صالح فقير شاهہ لطيف جي دل کولي واکاڻ ڪئي آهي.

سيد پير سمونڊ آ چامن سندو چام
اگهيو در الله جي ڪامل جو ڪلام
جن ڏٺو "لال لطيف" ڪي آيو تن آرام
ڪونہ رهيو خام، سکي تيا "صالح" چوي.

## "پير صاحب پاڳارا ۽ سندن سلسلي جا شاعر"

**پير محمد بقا:**

پاڳارا خاندان جو جد امجد سيد علي مڪيءَ جي اولاد مان آهي.

پير محمد بقا صاحب ڳوٺ ”هيٺين سائدي“ تعلقي گمبٽ ۾ 1134ھ ۾ ڄائو ۽ 1198ھ ۾ چورن هٿان شهيد ڪيو ويو. سندس مزار ”شيخ طيب“ جي مقام ۾ آهي.

جي ڪهان تہ ڪُوڪ نہ نڪري صبر آءُ نہ سهان
اڪيون لايون پر ڪي ويتي سور سهان
ڪنهن کي ڪين چوان، تہ ڪنهن پر اڪنديءَ آهيان.

**پير محمد راشد:**

هي ”روضي ڌڻي“ بادشاھ 1170ھ ۾ ڄائو ۽ کهڙن جي مخدومن کان تعليم حاصل ڪيائين. سندس تصنيفات مان شرح ”اسماء الحسنيٰ“ ۽ مڪتومات وغيره مشهور آهن. پير صاحب 1233ھ ۾ وفات ڪئي.

صائم سڪن جيئن، آذان جي آواز کي
مون تن آهي تيئن، سڪايو سڄڻين.

**سيد محمد ياسين:**

جناب پير صاحب محمد راشد ”روضيءَ ڌڻي“ جو ٻيو نمبر فرزند هيو. هي ”جهنڊي وارو“ صاحب هو تنهن ڪري سندس پويان ”جهنڊي وارا پير“ سڏجن ٿا. پير صاحب 1275ھ ۾ وفات ڪئي.

”ڪافي“

گولي گنهگار، دوست! اوهان جي در جي
منهنجي سارڻ ڪين ڪيو، هاڻي سڄڻ تون سار
وارث! هن وجود ۾، اچي گڏ گذار
”سيد“ کي تون سهڻا سائين پنهنجو پاڻ ڏيکار

## علي گوهر شاهه "اصغر":

اصغر سائين عرف "بنگلي ڌڻي" پاڳارا خاندان مان سيد صبغت الله شاهه "تجر ڌڻي" جو ٽيون نمبر فرزند هيو. 1231هه مطابق 1816ع ۾ ڄائو ۽ 1263هه مطابق 1845ع ۾ وفات ڪيائين.

"ڪافي"

بار بديون بهتانان، لڪين طعنا، ستم سر تي
ڪاڻ ڪنن ڪي موراڻ ڪنهن جي
ٻڌن چوڙن پاڻ ۾ پنهنجي
شوقئون ڪن شڪرانا
طعنا تنڪا جهيڙا جتيون
سر تي سهنديون محبت متيون
پائي ڳچيءَ ڳل ڳانا
عرض عجيب ڪي قربئون ڪريان
بلڪل بي حد وچيو پريان
جانب اڳيان لڪ جانا
"اصغر" عاشق ڪي لائي لوري
جند جان سڄڻ توتان گهوري
گهوريان مال خزانا

## عبدالله فقير ڪاتيار:

هي درويش پير محمد راشد "روضي ڌڻي" جو طالب هيو. دنوي لاڳاپا ٽوڙي ٽيڙهي (ضلعو خيرپور) لڳ لوڙهو ڏيئي گوشه ء نشين ٿي ويٺو. اندازاً 1250هه مطابق 1834ع ۾ وفات ڪيائين.

"ڪافي"

عاشق نام سڏاوڻ سوکا، اوکا اس پر رهڻا جي
عشق سراسر خوني خنجر، سدا سيني وچ سهڻا جي

طعنا تهمت لوڪ ملامت، عاشقان دي ڳل ڳهڻا جي
باهه برهه ابراهيم والي، ٻلدي دي وچ ٻهڻا جي
عبدالله اُت ڪسڻ قبوليا، لاشڪ هي سر لهڻا جي

## فقير ابوبڪر عاشق:

هي فقير لاڙڪاڻي طرف جو رهاڪو ۽ حضرت "روضي ڌڻي" جو معتقد ۽ مريد هيو. ساري عمر پير صاحب جي سڪ ۾ رهيو.

"ڪافي"

مول نہ ڪريسان ماهي ماڻا
طعني تهمت ويڪ ڪراهڻ، ساڏا ساهه ڪماڻا
مئن نماڻي دي مارڻ ڪيتي تون ڪوئي صحيح سماڻا
آڪي ادبئون عرض ڪنيزڪ، سڻ تون يار سياڻا
ابوبڪر جيها سائل سچڻا، ني تون نال نماڻا

## خليفو نبي بخش قاسم:

هي سنڌ جو وطن پرست ۽ قومي جذبو رکندڙ شاعر حضرت "روضي ڌڻي" جو خليفو هيو. قاسم پنهنجي اباڻي ڳوٺ متي "تعلقو ٽنڊو باگو" ۾ 1190هه ۾ ڄائو ۽ 1280هه ۾ وفات ڪيائين.

سندس شاعري حب الوطني جي جذبي سان سرشار آهي.

سو سسيون ڏيئي، وڪ وٺجي هڪڙي
نيزي سر نيئي، مرڪايو ميدان ڪي.

## خليفو گل محمد گل هالائي:

هي هالن پراڻن جي سانوڻي آخوندن مان هو. 1811ع ۾ ڄائو ۽ 1855ع ۾ وفات ڪيائين. پير علي گوهر شاهه "اصغر" جو مريد ۽ خليفو هيو. سنڌيءَ ۾ پهريون ديوان سندس ئي ڇپيو.

"ڪافي"

دل سدا مشتاق، سڄڻ تيڏي ڪيتي
ڏسڻ تنهنجي لئي دائم دل تي
اوڪن ڪئي اوطاق
چاهہ تنهنجي جا، چت ۾ چٽ پٽ
چڪيو چڪن تا چاڪ
آءُ سڄڻ لهہ سار، سڙيءَ جي
فنا ڪئي جا فراق
توريءَ "گل" قل ڪنول ڪماٺا
عاشق تيا غمناڪ

**آخوند محمد قاسم سانوٽي:**

آخوند صاحب 1221ھ ۾ هالن پراڻن ۾ ڄائو. سنڌي، فارسي، اردو ۽ عربي ٻولين جو ماهر هيو. مير حسن علي خان ڪيس "استاد الشعرا" جو لقب ڏنو. 1298ھ ۾ حيدرآباد ۾وفات ڪيائين. "ديوان قاسم" بهترين غزل گو شاعريءَ جو شاهڪار آهي.

"ڪافي"

اچي يار جاني مون سان ڪريو مهرباني
پسايو پيشاني مون کي بار بار
مون کي تون وڻين ٿو، جڏهن اک ڪٽي ٿو
هيين ۾ هٽين ٿو تکي تون ترار
جيڪي چاش چکن تا، ڦرڻ ڪن ڪن تا
متي تي رکن تا، مدين جا مدار
ٻڌي يار ٻانهون، ڪريان دوست دانهون
هاريان ٿي تيلاهون، هنجهن جا هزار
"قاسم" ڏک جا ڏاڪا، اوسيئڙا اولاڪا
پسي واءِ واڪا، ڪريان بيشمار

# ”درگاهہ جهوڪ شريف جي سلسلي جا شاعر“

## صوفي ابراهيم شاهہ قادري:

هي درويش صوفي شاهہ عنايت جو سجاده نشين هو. 21 محرم 1229هہ مطابق 1814ع تي وفات ڪيائين. سندس تخلص ”مسڪين“ ۽ ”فقير“ هيو.

”ڪافي“

ڪنهن نون مئن حال سڻاوان، عشق لڳا تيڏا ماهي
اڳي جو اڪيان عشق اڙايان، پيڇي سو پير نہ پاوان
طعنا جي تنڪا رانجهڻ والا، چشمان تي چم چاوان
متيان ڏينديان سڱيان سهيليان، مول نہ ڪنهن ڪون ڀاوان
آپ اٺايس سر پر چايس، لڳڙا نينهن نياوان
فڪر ”فقيراڻي“ فراق جو دل وچ، سهسين سور سماوان.

## روحل فقير:

روحل پٽ شاهو خان، بلوچن جي زنگيجا قبيلي مان هو. اندازاً 1730-35ع ۾ ڄائو. شاهہ عنايت شهيد جي فرزند عزت الله شاهہ کان فيض جو وند مليس. آخرڪار ڪنڌڙي تعلقي خيرپور ميرس ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين. جتي 1219هہ مطابق 1804ع ۾ وفات ڪيائين.

ڪفر ۽ اسلام ۾ تا ابتا ڀرن ڀير
هڪ هندو ٻيا مسلمان وچ وڌائون وير
انڌن اوندهہ نہ لهي سچ چوي ڪير
روحل راهہ پرينءَ جو گهمي ڏٺوسين گهير
نہ رب مڙني جو هڪڙو جنهن ۾ ڦند نہ ڦير
سا ڪاڏي ڪري پير، جا ستي ڪعبة الله ۾.

**مراد فقير:**

مراد خان ولد حيات خان زنگيجا بلوچن مان هو ۽ روحل فقير جي سوٽاڻ مان هيو. سندس جنم اندازاً 1740ع ڌاري ٿيو. روحل فقير جي صحبت مان فقيري اختيار ڪيائين. ڪوٽڏجي پرسان ڪوٽلي نالي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. جيڪو هينئر "مراد فقير جو ڳوٺ" نالي سان مشهور آهي. مراد فقير 1211هه ۾ وفات ڪئي ۽ کيس سندس ڳوٺ ڪوٽلي ۾ ئي دفن ڪيو ويو.

وحدت جن وجود، ڪعبو ڪوڙيون تن جو
سي ڪنهنکي ڪن سجود، جيڪي پاڻ "مراد" مڪو ٿيا.



آهي منجهه معراج، حج حضور جن کي
جي مکي جا محتاج، ڪامل ٿين ڪينڪي.

**دريا خان فقير:**

روحل فقير کي چار پٽ هئا: شاهو فقير، غلام علي فقير، خدا بخش فقير ۽ دريا خان فقير. مگر شاعريءَ ۾ مڙني کان گوءِ دريا خان فقير کٽي.

"ڪافي"

مئخاني وچ مليا يار، وڃڻ مسيتين ڪيها مقصد
هٿئون هادي جام پيتوسي، ڪهنا ڪيف ڪلال ڏتوسي
تنهن دي خاص خمار، تالان ڪيتي تسبيح تهجد
مک محراب سڄڻ دي صورت، بيرنگي موهيا موهن مورت
بتخاني ڪنون ٿي بيزار، من مڪان ٿيو سي مسجد
مئخاني وچون مست ٿيوسي، سجدي سجائد پل ڳيوسي
آپ اتي آيا اعتبار، ورد وظيفي ٿيو سي سپ رد
"دريا خان" آپ وچون نہ آٽين، حق سڃاٽين غير نہ ڄاٽين
ڪول اکين تان هيئي اظهار، الله مرشد هڪائي هي، حد.

### قادر بخش بيدل:

روهڙيءَ جي درويش محمد حسن جو پٽ هيو. 1230ھ ۾ ڄائو ۽ 1289ھ ۾ وفات ڪيائين. سچل ڪانپوءِ صوفي شاعريءَ ۾ سندس ئي مقام آهي.

مرڻئون اڳي جي مرين، تئين نسورو نور
مرڻ جو مذڪور، ڪنين سڻين ڪين ڪي.



مرڻئون اڳي جي مرين، باقي بچين ذات
هوندا سي حيات، يارا مرد نه مرن ڪڏهين.

### پير عبدالحئي:

هن درويش جي والد جو نالو پير شهاب الدين نقشبندي هيو. مگر عبدالحي جهوڪ جي گادي ڌڻي شاهه فضل الله جو طالب ٿيو ۽ قادري طريقي موجب ذڪر جي تلقين ڪرڻ لڳو.

"ڪافي"

سر صدق ڪيان سئو وار،
جي محب اچي مونسان ملين،
مرڪڻ سان توهي من موهيو، محب متا منتار،
جڏهن خيال رکي مونسان ڪلين
زلف دراز ڇڏيا تو ڇوڙي، پيچي پيچدار،
جن دام وڌا آٽي دلين
عاشق عبدالحي جو، سوال اهو سردار
جي تور اگڻ منهنجي نلين

### خوش خير محمد فقير:

خير محمد فقير ولد رئيس غلام حيدر ڳوٺ گل محمد هيسباڻي تعلقي ڪنڊياري ۾ 1224ھ ۾ ڄائو. پير عبدالحي نوشهرائي

جو طالب هيو. خوش خير محمد فقير 1294ھ ۾ وفات ڪئي. سندس درگاھ لڳ ڪروندي، تعلقي فيض گنج ۾ آهي. خير محمد فقير ڪافيءَ جو باڪمال شاعر هيو.

"ڪافي"

عشق اچي مون سان ڪيون ڪيون
ڳالهيون ڏسڻ نہ جهڙيون، سلڻ جهڙيون
هر دو جهان جي حجابن واريون، پڌر اچي سڀ پيون پيون
علم عقل جون اڳ پڌيون سي، نيھن سٽايون نيون نيون
حسن جون فوجان سر عشاقن اچن، امالڪ ڪنيون ڪنيون
خوش خير محمد قبل ماضيءَ جون، وحدت ۾ سڀ ويون ويون.

**عثمان فقير:**

عثمان فقير ولد خير محمد سانگي ويٺل ڳوٺ چامڙو سانگي تعلقو لاڙڪاڻو، عبدالحي نقشبندي نوشهري فيروز واري جو مريد هيو. خوش خير محمد ۽ عثمان فقير پاڻ ۾ پير پائي ۽ صحبتي هئا. عثمان فقير 1279ھ ۾ وفات ڪئي.

"ڪافي"

درد دڪايا دونهان، سيڪ ڏئي دل سورن ساڙي
ڏکن ڏني آ ڏاڍي ڏيکاري، سور تيا اچي سونهان
عشق لڳو تڏهن تيس اگهاڙي
اکين تنهنجين ۾ آتش ڏاڍي، ڪن ٿيون قت قلوهان
اچي اچانڪ آڙهہ آڙي
اج تہ مون وٽ يار بہ ايندو، ويهي ڪنديس ورونهان
الله ڪندو اهو ڏينهن ڏهاڙي
آهي عثمان ڪي باھ برھ جي، لهس ڏئي تي لوهان
الا تا اچن جئن ٻرندي اُماڙي.

## "مخدوم محمد زمان ۽ سندس سلسلي جا شاعر"

مخدوم صاحب جو جنم 1125ھ ۾ قديم لواري شريف ۾ ٿيو. پنهنجي وقت جو باڪمال بزرگ ۽ شرع جو صاحب هيو. شاهہ لطيف سائس ملاقات لاءِ لواريءَ ڪهي ويندو هيو. مخدوم صاحب 1188ھ ۾ وفات ڪئي.

ڪنز قدوري قافيا پڙهڻ پروڙڻ ڇڏ،
چڙهہ تنين جي مڏ، جي ستي ڏين شراب جي.

◄◄◄◄●►►►►

ستي ان شراب، جن سريءَ سي سون ٿيا،
سمهڻ تن ثواب، ڪتڻ ڪيميا جن جو.

**عبدالرحيم گرهوڙي:**

گرهوڙي صاحب جي ولادت اندازاً 1153ھ ۾ راڻيپور ۾ ٿي. ذات جو مگريو هيو. پنهنجي وقت جو عالم فاضل ۽ بهترين مناظر هيو. لنواريءَ جي لعل مخدوم محمد زمان جو مريد ۽ معتقد هيو. عمر جو آخري عرصو گرهوڙي ضلعو سانگهڙ ۾ گذاريائين.

اچن جي اوطاق، مون سارينديِ سپرين،
مون جهڙي مشتاق، ڏسيو لاهي ڏڪڙا.

**حمل فقير:**

حمل فقير ولد رحيم خان لغاري 1225ھ ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل ۾ خيرپور رياست جا هئا پر پوءِ لڏي اچي مير خان لغاري لڳ سڪرنڊ ۾ رهيو. حمل پنهنجي وقت جو اهم شاعر آهي. 1291ھ ۾ وفات ڪيائين.

حمل چوي هن ڳالهہ جو ويهي ڪيم ويچار

تہ دل لڳي دوستيءَ جو ڇا ملهہ آهي مقدار
اندر مان عقل ڇيو نقطو هي نروار
جي لڳي تہ لک هزار، جي ٽٽي تہ ٽڪوئي نہ لهي.

## ”شاهہ شريف ياڏائي ۽ سندس سلسلي جا شاعر“

### شاهہ شريف:

شاهہ شريف عرف قمبر علي شاهہ ولد بچل شاهہ جا وڏا اصل اچ جي بخاري ساداتن مان هئا. سيد بچل شاهہ لاڙ ۾ ”ياڏ“ مڪان رهيو ۽ ياڏائي جي لقب سان مشهور ٿيو. شاهہ شريف 1264هہ ۾ وفات ڪئي.

رائي پير رتاس، لتاڙيندي لڪيون
ڏوري ڏيهہ ڏناس، ساٿين جو شريف چوي

### عبدالقدوس شاهہ :

شاهہ شريفؒ جو ٽيون نمبر فرزند ۽ پنهنجي مڙني ڀائرن ۾ ٻڌ سڌ وارو هيو.

هلو هلو جيڏيون، مون سان پير پريو،
ڳٽيو ڳڻ پرينءَ جا وجي دل ڳريو،
سڪ سڳيٽيون سرتيون وڃن پوءِ وريو،
آڙاهہ آتش عشق جو ٻانيڻ سر ٻريو،
جني سوز سريو، سي ڏورين قاف قدوس چوي.

### فتح فقير

فتح محمد پنهنجي فقير طبع سبب فتح فقير سڏجڻ لڳو. اصل ڪڪڙ ضلعي دادوءَ جو وينل هيو. 1180هہ ڌاري ڄائو. نئين وهيءَ ۾ نينهن لڳس جو شاعر بڻيو.

روئـي پـچـي راهـ، آيـل يـاروچـن جـو،
ڪيس فراق فتح چوي جگرن منجهه جراح،
پنهونءَ لئہ پساهہ، ڏئي مرندي ڏونگرين.

**غلام حيدر تيرهو:**

هي فقير ذات جو تيبو هيو. غالباً 1810ع ۾ ڄائو. جهونا ڳڙهہ لڳ گرنار جبل تي چلا ڪديائين. تنهنڪري ڪيس گرناري بہ سڏيو ويندو آهي. قمبر علي شاهہ جو مريد هيو. 1900ع ڌاري گنبالي ۾ وفات ڪيائين.

جيرا جوش جلايا، سرتيون سک ويوم،
ڪرڻ ڪوهيارل لئہ، پيرين پنڌ پيوم،
وهڻ وهہ تيام، هلان تان هور لهي.

**سامي:**

سنڌي اساسي شاعريءَ ۾ شاهہ، سچل، سامي هڪ ٽمورتي آهي. سامي ويدن جا ويچار سنڌي ۾ سمجهايا آهن. شڪارپور جو رهاڪو هيو ۽ 1850ع ۾ وفات ڪيائين.

سارو جڳ انڌو ٿيو مايا موهہ ۾،
وجهي ويٺا پاڻ ڪي بنا سمجهہ سنڌو،
واري ڪپت ڪنڌو، سامي مليو سروپ سان.

**دلپت:**

اصل سيوهڻ جو ويٺل هيو، پر پوءِ لڏي اچي حيدرآباد ۾ ويٺو. 1257هہ ۾ وفات ڪيائين.

پـپـر ۾ پـرمـيـشـر تـہ ٻـپـر ۾ ڪـو ٻـيـو
نياز ڪيو تانم جو تہ ڪندي ڏوهہ ڪيو

مسـجـد ۽ مـڙهـيءَ ۾ روشـن هـڪ ڏيـو
جي اسلام آيو الله ڪان تہ ڪفر ڪنهن ڪيو
پوءِ دلپت ڪيئن پيو، خلل هن خلق ۾.

مخدوم ضياء الدين ۽ محمد هاشم ٺٽوي سچل جا وڏا پيشرو همعصر شاعر هيا. انهن الف اشباء قافيي واري انداز ۾ ڪتاب لکيا.

مخدوم عبدالرئوف ڀٽي (وفات 1166هـ). غلام محمد بگائي، مخدوم محمد اسماعيل پريالوئي (وفات 1174هـ). حافظ عالي، اوائلي غزل گو شاعر (وفات 1194هـ) ميان چتن، سرفراز ڪلهوڙو، صاحبڏنو شڪارپوري (وفات 1250هـ). مخدوم عبدالخالق کهڙائي (وفات 1268هـ) ۽ مرثيا گو شاعر سيد ثابت علي شاهہ پڻ پنهنجي وقت ۾ مولود. مداحن ۽ مناجاتن جا باڪمال شاعر ۽ سچل جا همعصر شاعر هيا جن جي شاعريءَ کي ڏاڍي چاهہ ۽ چس سان پڙهيو ۽ پسند ڪيو ويندو هو.



مددي ڪتاب


1. لطف الله بدوي: ڪنڌڙيءَ وارن جو ڪلام س.ا.ب 1964ع.
2. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: خليفي صاحب جو رسالو س.ا.ب 1966ع.
3. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: جوتيون جواهرن جون، ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻہ 1971ع.
4. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: راڳنامون، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز 1981ع.
5. تنوير عباسي: ڪلام خوش خير محمد س. ا. ب 1982ع.
6. ميمڻ عبدالغفور سنڌي: فقير عثمان سانگيءَ جوڪلام ، شڪارپور 1983ع.
7. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: ڪافيون، س. ا. ب 1985ع جلد ٻهريون.
8. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: شاهہ شريف ڀاڏائي جو رسالو. اداره سنڌ شناسي حيدرآباد 1972ع.

9. اينيميري شيمل، مترجم غلام حيدر ٻرڙو: سنڌي ادب جي ارتقا، شهيد عبدالرزاق اڪيڊمي مورو سنڌ 1981ع.
10. ڊاڪٽر عطا محمد حامي:منصور ثاني سچل سرمست، پاڪستان پبليڪيشنس انٽرنيشنل پريس ڪراچي 1964ع.
11. لطف الله بدوي: تذڪره لطفي (ڀاڱو پهريون) آر. ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد 1954ع.
12. لطف الله بدوي: تذڪره لطفي (ڀاڱو ٻيو) آر. ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد 1955ع.
13. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو: سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، سنڌ ڪتاب گهر، حيدرآباد 1973ع.
14. بنده جو ذاتي گڏ ڪيل ڪافين جو ذخيرو.

# سچي سائينءَ جا ڇپيل رسالا

**رسالو سچل سائينءَ جو:**

مرزا علي قلي بيگ جو ترتيب ڏنل هي رسالو ماستر هريسنگ بک سيلر سکر واري 1902ع ۾ ابوالعلائي اليڪٽرڪ پريس آگري مان ڇپرايو.

هن رسالي جا ٻه ڀاڱا آهن : پهرين ڀاڱي ۾ 1340 ڪافيون ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ سي حرفيون، بيت ۽ وحدت نامون شامل آهن.

هي ڪلام 1895ع کان مرزا صاحب گڏ ڪرڻ شروع ڪيو جڏهن تہ سچل جي وفات کي ٺي مورڳو 66 سال مس گذريا هئا. مگر افسوس جو وڏي جاکوڙ ڪانپوءِ بہ مرزا صاحب کي سچل جي دور جو لکيل ڪوبہ نسخو هٿ نہ آيو البت سچل جي وفات کان پوءِ جا لکيل اٽڪل 12 کن نسخا هٿ آيا جيڪي پڻ هڪ ٻئي جو نقل هئا. انهن کي پيٽي مرزا صاحب 1340 ڪافيون ترتيب ڏنيون.

مرزا صاحب کي جيڪو بہ ڪلام سچل جي نالي سان مليو سو لکندو ويو ۽ ڪابہ پرک پروڙ نہ ڪيائين. هن رسالي کي گنج سڏڻ بہ درست آهي. هن ۾ سچي ڪلام سان گڏ ڪچو ڪلام پڻ اچي ويو آهي، جيڪو فني توڙي فڪري لحاظ کان سچل جو ناهي.

> تون رب ڏاڍو بيپراه، آءُ ڏڄان تنهنجي ڏاءِ
> ذڪريا ڪرٽ وڄهايئہ سسي ساهہ منجهاءُ
> حضرت يوسف کوهہ وڌو پائرن پنهنجو پاءُ
> حسن مارايئہ حسين مارايئہ ڏئي جيءَ جفا

ڪربلا ۾ قتل ڪرايئہ ترس نہ پيئي ڪا.
ظلمي آهين رحمي آهين جا وٽئي سا واهہ،
سچل سڀ مچي جيڪا رب رضا [1]

ڪافي بلند شاهہ نالي شاعر جي آهي ۽ منجهس هيءُ مصرع وڌيڪ پڻ آهي:

حضرت يونس پيٽ مڇيءَ ۾ داخل ٿيو منجهہ دريا
سيفل ڪي سڪ بديعل جي ليلا مجنون لاءِ [2]

ان ڪانسواءِ فقير نانڪ يوسف جيڪو سچل سائينءَ جو خاص طالب هيو ان جو ڪلام پڻ مرزا صاحب هن رسالي ۾ ڏنو آهي. مثال:

آدم جس ڪا نام مولا ڪون ڪهاويگا،
پريم گرو ڌم ڌام، باتيان برج بلاويگا. [3]

حالانڪ مٿين ڪافي فقير نانڪ يوسف جي آهي ۽ ان ۾ ڪل يارهن مصراعون آهن. مثال خاطر پهريون ۽ آخري شعر عرض رکجي ٿو:

يهي آدم جس ڪا نام، مولا ڪون ڪهاويگا،
پريم گرو ڌم ڌام، باتيان برج بتاويگا.

نانڪ يوسف عشق ٻليندا، هرجا اپڻا حڪم هليندا،
غيب الهہ الهام، صاحب درس دکاويگا [4]

اِن ڪانسواءِ هڪ ٻي ڪافي نانڪ جي پڻ مرزا صاحب ڏني آهي،
عاشق شهادت ڪر قبول رک فنا دا خيال ٻي [5]

1. رسالو سچل جو مرتب مرزا علي قلي بيگ، 1902ع صفحو 51.
2. درگاهہ نانڪ يوسف تي رکيل ڪافين جو قلمي گنج، 1895ع، ورق 733، علي محمد فقير کهڙي ڪان ٻڌم جيڪو درگاهہ شاهہ نصير جو طالب آهي ۽ پاڻ بہ فقير شاعر آهي.
3. رسالو سچل سائين جو، مرتب مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 44.
4. نانڪ جي ڪافين جو قلمي ڪتاب 1898ع ورق 200.
5. سچل سائينءَ جو رسالو مرتب مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 248.

متين ڪافي پڙهڻ ڪانپوءِ ميٺو پوندو تہ اِهي ڪافيون فقير نانڪ يوسف جون آهن.[1]

هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ نانڪ جون ڪافيون سچل جي رسالن ۾ ڇو آيون؟

اها اسان کي ڄاڻ آهي تہ نانڪ سچل جو طالب ۽ صحبتي هيو. نانڪ محبت ۽ عقيدت وچان ڪيترين ئي ڪافين ۾ پنهنجي نالي سان گڏ سچل جو نالو بہ وڌو آهي، مثال:

1. ڪڏان نماڻا نانڪ نالي شهر درازين ڏمالي وهواهہ.
يوسف يار سچل ديان رمزان برهہ ڪيتيان برحالي وهواهہ.

2. نانڪ نماڻا سولي يوسف سدا ڏمالي،
تيڏي نيڻان دي رمز نرالي، سچل سڪاليان. وغيره

وري ڪيتريون اهڙيون ڪافيون بہ آهن جن جي آخري مصرع ۾ نانڪ پنهنجو نالو ڇيو آهي ۽ ان کان اڳ واري مصرع ۾ مرشد سچل سان عقيدت ڏيکاري آهي. مثال:

1. ساڈ سچل گر ديو هماري شهر درازن والي،
جنهن وڪلائي روز ازل ڪنون سهٽيان چشمان چالي.
مين قربان جناب اهين تان جنهن آپي نيهڙا لايا.



نانڪ يوسف يار ظهورا هر جا حق سجاتا.
ظاهر باطن سمجھ وکيوسي عنئون اور نہ پاتا.
شامل حال هويا هر همت جنهن اناالحق الايا.

2. سچل مرشد ڳالهہ سچيءَ جو ڏنو سچ ويساهہ
يار يوسف کي تا پڻ ڪوئين ڪيئي نانڪ شاه
پرين تنهنجي اکڙين منجهہ الاهہ، سڄڻ جي اکڙين منجهہ الاهہ.

1 . نانڪ جي ڪافين جو قلمي نسخو 1905ع ورق 219.

اهو ئي ڪارڻ هيو جو نانڪ جي ڪافين کي سچل جي رسالن ۾ شامل ڪيو ويو.

جيتوڻيڪ سچل جي ڪلام هٿ ڪرڻ ۾ مرزا صاحب وس ۽ وت ڪان ڪين گهٽايو تنهن هوندي به ڪيترو ئي بهترين ڪلام هٿ ڪري ڪين سگهيو.

مثال:

1- ڪيڙو مست پرينءَ جي ناز مون کي،
وسريو روزو نه ياد نماز مون کي .

2- ڪنهن کي ڏيان مان دانهن درد جي پيچ پنهل مون
سان پايون هليو ويو

3- جوڙي جادو جگر ۾ لايو تو،

مٿيون ڪلام اڪثر ڪري فقير درگاهن تي وڏي عقيدت، جوش ۽ جذبي سان ڳائيندا آهن.

هن رسالي جي خاص خوبي اها آهي ته مرزا صاحب ڪافين جي الف. ب. وار Index ڏني آهي جنهن ڪري ڪابه ڪافي سولائي سان ڳولي سگهجي ٿي . آئينده ڪوبه سڄاڻ عالم جڏهن سچل جو مڪمل ۽ مستند متن تيار ڪندو تڏهن ئي رسالي کي بنيادي ماخذ بڻائيندو.

## داستان وڏو رسالو سچل سائينءَ جو

ماستر در محمد، ماستر هيمراج ۽ ٻين دوستن گڏ ڪيو جنهن کي آريا اسٽيم پريس لاهور مان ڇپائي پوکر داس ٿانور داس تاجر ڪتب شڪارپور 1910ع ۾ پڌرو ڪيو.

هن رسالي ۾ 403 صفحا، 727 سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، ٻٽيهه اڪريون سنڌي ۽ پنجٽيهه اڪريون سرائڪي آهن. هن رسالي جو سمورو مواد مرزا علي قلي بيگ واري رسالي تان چونڊ ڪيو ويو آهي ۽

سندن انتخاب پڻ معياري ڪين آهي.

بهتر ٿئي ها جيڪڏهن سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام الڳ الڳ ڏنو وڃي ها. هن رسالي جي ڪافين جي Setting مرزا صاحب واري رسالي کان وٽندڙ آهي. هن رسالي ۾ ڪيترو ئي ڪلام ٻه ٻه ڀيرا اچي ويو آهي. مثال صفحي 38 تي ڪافي آهي ”مون ۾ عيب اپار، آءُ تہ سڄڻ تنهنجي ماري آهيان“ ۽ ساڳي ڪافي 28 صفحي تي پڻ آهي.

صفحي 8 تي ڪافي آهي. ”آءُ ٻاروچل ٻيلي، مونجهہ تنهنجي ماري آهيان“ وري ساڳي ڪافي 100 صفحي تي پڻ موجود آهي.

صفحي 92 تي ڪافي آهي. ”ڪو دم اسان جي درد کان عاشق متان ڪاهل رهين.“ وري ساڳي ڪافي 308 صفحي تي موجود آهي.

هن رسالي کي ڪابہ انفراديت ڪانہ آهي.

## سچل سرمست

شڪارپور جي آغا غلام نبي صوفيءَ (وفات 1941ع) ترتيب ڏنو جيڪو فقير وليداس (ڊپٽي ڪليڪٽر) جي امداد سان، شڪارپور پريس مان 1933ع ۾ ڇپرايو ٿيو. جڏهن آنجهاني گربخشاڻي صاحب شاهہ لطيف جو مستند متن عالمانہ انداز سان مهاڳ لکي ڇپرو ڪيو جنهن جي مهاڳ ۾ گربخشاڻي صاحب ڄاڻايو تہ ”سچل وغيره شاهہ جي دز کي رسي نہ سگهيا.“ تڏهن صوفي صاحب ان جي مقابلي ۾ هي سچل جو رسالو تيار ڪيو. جيتوڻيڪ ٻنهي عالمن جي علمي ڪاوش ۾ ڏينهن رات جو فرق آهي 320 صفحن تي حيات سرمست ۽ 493 صفحن تي مشتمل ڪلام ۽ شرح لکيل آهي. هن رسالي ۾ 39 سنڌي، 9 سرائڪي ، 4 اردو ڪافيون ۽ 6 فارسي غزل آهن. البت بيت جو پاڱو ٻين رسالن جي ڀيٽ ۾ سوايو آهي.

محترم آغا مرحوم ڪيترن ئي لفظن جون معنائون اوت تي ڪيون آهن جن جو ذڪر سنڌي لغت جي سڄاڻ ڊاڪٽر سنديلي صاحب

گذريل سال پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ ڪيو.

آغا مرحوم درگاه درازا جو عاشق صادق هيو ۽ حياتيءَ جو وڏو عرصو درگاهه تي گذاريائين.

آغا صاحب جي اِيتري عقيدت هوندي به درگاه بابت ڄاڻ اڻپوري آهي، مثال طور صفحي 127 تي لکي ٿو ته” اسان جي ڪامل قربدار سان گڏ انهيءَ قبي اندر سندس والد صلاح الدين صاحب، سندس ڏاڏي فقير صاحبڏني صاحب ۽ سندس سُتگر پير عبدالحق صاحب جون تربتون آهن.“ اها هر هڪ ڄاڻوءَ کي خبر آهي ته سچل جي والد صاحب جي قبي اندر قبر ڪين آهي پر قبي سان لڳو لڳ اپرندي طرف ڪان دروازي جي پرسان آهي.

تاريخدانيءَ بابت صوفي صاحب جي ڄاڻ هن ريت آهي:

”لات منات به وڏا بت جيڪي محمود غزنويءَ سومنات ۾ ڀڳا“ [1]

پر حقيقت ان جي ابتڙ آهي، لات ۽ منات عرب ڪافرن جا بت هئا جيڪي ڪعبي ۾ رکيل هئا ۽ پيغمبر اسلام جن فتح مڪي وقت ڀڃرايا.

”شاهه بلاول به خدائي دم هنيو جنهن تي ملن ڪيس گهاڻي ۾ پيڙائي ڇڏيو“. [2]

مخدوم صاحب جن خدائي دم ڪونه هنيو هو، پاڻ وڏا عالم ۽ خدا پرست ديندار هئا مگر وطن پرستي ۽ عوام دوستيءَ جي الزام ۾ گهاڻي ۾ پيڙايا ويا.

”شاه عنايت جڏهن عارفيءَ ۾ چوٽ کئي تڏهن اڇي دل ۾ خيال ٿيس ته هينئر عشق جو مارڳ به ماڻي ڏسان سو عمل جي زور تي هن مغلن جي گهراڻي مان هڪ مهرالنساء نالي ڇوڪريءَ کي پاڻ وٽ حاضر ڪري متس نيڻن جو نظارو ڪرڻ لڳو. هميشه رات جي غير

1. سچل سرمست، مرتب آغا غلا نبي صوفي 1933ع صفحو 480.
2. ايضاً صفحو 489.

حاضريءَ مهرالنساء جي مائٽن کي تشويش ۾ وڌو. آخر ڪار ڇوڪريءَ کان پڇيائون. ڇوڪريءَ سموري حقيقت سڻاين. تنهن تي مغل شاهه ڪاوڙ مان ڪلهوڙن کي لکي موڪليو ته شاهه عنايت جو سر وڍي دهليءِ موڪليو. مغلن جي ڏاتي ڪلهوڙن حڪم جي تعميل ڪئي". [1]

شاهه عنايت جي شهادت جو اصل ڪارڻ هيو ديس ڀڳتي ۽ پورهيت طبقي سان پيار. ڏيهي پير، وڏيري ۽ ملان جي مفاد وٽان اها ڳالهه هرگز هرگز ڪانه هئي تنهن ڪري انهن دهليءَ جي حاڪم مغل سامراج وٽ وڃي هاءِ گهوڙا ڪئي ۽ شاهه صاحب جهڙو درويش صفت ۽ محب وطن انسان پنهنجي چند ساٿين سميت شهادت ماڻي تاريخ ۾ امر ٿي ويو.

آغا صاحب کي رسالو مرتب ڪرڻ وقت مير صاحبن کان ڪوئي نسخو مليل هيو. جيڪو پڻ اڌورو هيو. اُن جو ثبوت رسالي ۾ موجود ڪلام مان ملي ٿو.

مثال: عشق لڳئي ته ڪر آمين، نا منجهه ڪفر نا منجهه دين [2]

هن ڪافيءَ ۾ هيٺيان مصرع ڪٽل آهن:

1- سٿون سورن جون کهڙيون پڙهين ٿو.
ورهه نه پڇندءِ والضالين.
ديد ڏسي کي ديد اڙائن
نيهن نه پڇن تا نابين. [3]

2- صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو [4]

هن ڪافيءَ ۾ هيءَ مصرع ڪونه آهي:

3- ڪٿي اناالحق چئي ڪٿي ڦيرائي فرمان [5]

1 . سچل سرمست، مرتب آغا غلام نبي صوفي 1933ع صفحو 489.
2 . ايضاً صفحو 17. 3 . رسالو سچل سائين، مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 26.
4 . رسالو سچل سرمست، آغا صوفي 1933ع صفحو 31.
5 . رسالو سچل سائين، مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 360.

محبوب ڳولي ڏس من ۾ [1]

هن ٺلهہ سان سچل جون بہ ڪافيون آهن مگر آغا صاحب ٻنهي ڪافين جا ٺلهہ گردي لکيا آهن تنهن هوندي بہ هيٺيان مصرع ڪٽل اٿس:

ٻيائي سان تو ٻاهر ڳولين، اٿئي بر بحر ۽ بن ۾
ڇهرا چوريءَ ڏسيو ڇلين تو اٿئي چاهہ چمن ۾
زلف زنجير ڪان زاهد پڳا اهي ظاهر پرست ظن ۾
عاشق سوين احوال آکن اناالحق جي ان ۾
ڪل يوم هو في شان آيو ورنهہ ڪنهن ون ۾
مرشد ڪامل سانول سپرين آيو صاف صحن ۾ [2]

4- ناهي ٻاروچو ٻيو، آهي اُهو جو روز ڏسان ٿي [3]

هيٺيان مصرع پڻ هن ڪافيءَ ۾ ڪونہ آهن.:

دريءَ منجهاروُن دوست ڏنوسون لالڻ پاتو ليو
سهي سڃاتم سپرين يار يقينوُن ٿيو
خلق الاشياء فهو عينها شڪ وڃوُن سڀ ويو
ڪٺي وڃان خوشيءَ سان سرتيون جي منهن ڏيو
عقل مت شرم سڀ نينهن انهن جي نيو [4]

5- مئن تا ڪوئي خال هان ليسان نال خيال دي [5]

هن ڪافيءَ ۾ پڻ هي مصرع ڪٽل آهي:

اصل انهان آگاہ نهين جي شائق شيءِ شڪال دي [6]

1 . سچل سرمست، آغا صوفي 1933ع صفحو 131.
2 . رسالو سچل سائين، مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 339.
3 . سچل سرمست، آغا غلام نبي صوفي 1933ع صفحو 214.
4 . رسالو سچل سائين، مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 164.
5 . سچل سرمست، آغا غلام نبي صوفي 1933ع صفحو 223.
6 . رسالو سچل سائين، مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 238.

6- نہ مئن تاب نا بي تاب نہ مئن ابر نا آفتاب [1]

هن ڪافيءَ ۾ پڻ هي مصرع ڪونہ آهي:

نہ مئن ملان نہ مئن قاضي نہ مئن شور شراب [2]

7- ساروئي سر آهي، ڪاتي سچل ڪاتي ذات سچل جي [3]

هن ڪافيءَ ۾ هي مصرعون ڪونہ آهن:

الاالله اثبات مڙيوئي لا ڪي ڇڏ تون لاهي
اهو اندر اهو ٻاهر ڪيئن چوان ائين ناهي؟ [4]
مطلب آهي تنهنجو سريرؤن سر انجام [5]

هن رسالي ۾ ڪافيون گهٽي قدر اٽپوريون آهن مگر بيت ٻين رسالن ڪان سوايا آهن، باقي تصوف ۽ ويدانت تي جيڪو صوفي صاحب لکيو آهي سو لڪ لهي.

## سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام

نماڻو فقير (درگاهہ جي معتقد هڪ هندو عورت) سنڌ پرنٽنگ پريس ٻڙودي (هندستان) مان ڇپارائي 1952ع ۾ پڌرو ڪيو.

هن رسالي ۾ 700 سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، 5 سي حرفيون ۽ 184 چوندب سنڌي ۽ پنجابي بيت (بقول مرتب) ڏنا ويا آهن، پڇاڙي ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ بہ ڏني ويئي آهي. نماڻي فقير جي چوندب سچل جي ڇپيل سيني رسالن ڪان معياري آهي. خاص خوبي تہ جيڪو ڪلام مرزا علي قلي بيگ واري رسالي ۾ ڪين آهي اُهو رسالي ۾ موجود آهي.

رسالي ترتيب ڏيڻ جو ڪارڻ مرتب ٻڌائي ٿو تہ ”ملڪ جي

1 . سچل سرمست، آغا غلام نبي صوفي 1933ع صفحو 223.
2 . درگاه سچل سائين جي ڳائڻي حبيب فقير جي ٻڌايل.
3 . سچل سرمست، آغا غلام نبي صوفي 1933ع صفحو 216.
4 . رسالو سچل سائين، مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 149.
5 . رسالو سچل سائين، مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 98.

ورهاڱي ۾ دنيا جي بگڙيل حالتن ماڻهن جا من منجهائي وڌا آهن، جيڏانهن نهار تيڏانهن اشانتي ۽ نراسائي نظر پيون اچن. اهڙي وقت جڏهن ڪابہ شيءِ دل کي آرام ۾ تقويت ڏيندڙ آهي اُها آهي سنتن جي واڻي يا درويشن جو ڪلام."

ڪتاب جي منڍ ۾ تصوف تي 6 صفحا ڪن لکيل آهن ۽ اهڙو تہ مختصر ۽ جامع لکيو ويو آهي جڻ تہ مرتب جبل ٽڪي گلدستو تيار ڪيوآهي. تصوف جي سمجهاڻي نهايت صاف ۽ سولي نموني ۾ ڪئي اٿس.

هن رسالي ۾ مرتب سچل سائينءَ جي ڏاڏي صاحبڏني موراڳيءَ جو ڪلام بہ ڏئي فقيرجي ڪلام کي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي.

نماڻي فقير سچي سائينءَ جي رسالي جو ڪم نهايت محبت ۽ محنت سان ڪيو آهي تنهن هوندي بہ ڪيترو ڏاريو ڪلام رسالي ۾ داخل ٿي ويو آهي.

وهواهہ سچڻ سائين عيد ڪرائيہ نيڻن خوب نظاري جي [1]

هيءَ ڪافي ڇتي سانگيءَ جي آهي ۽ گهڻو ڪري مختلف درگاهن تي پڻ ڳائي ويندي آهي. پراڻن قلمي نسخن ۾ پڻ موجود آهي. [2]

هيٺ ڏنل ڪافيءَ جي فن توڙي فڪر مان پائنجي ٿو تہ هي ڪافي ڪنهن ٻئي شاعر جي آهي ڇاڪاڻ تہ منجهس نہ ٻوليءَ جي رواني آهي ۽ نہ وري خيال جي اڏام.

توبہ منهنجي توبہ زاري توبہ يار پڙهائي وي
هڪ توبہ ڏوجهي توبہ تيجهي يار پڙهائي وي
نامئن منگي نامئن پرٽي ٻانهين يار چڙهائي وي
سچو آکي سڪ منجهاروُن مرشد ڪيتي ستاري وي. [3]

1 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 68.
2 . نانڪ يوسف جي درگاه تي رکيل ڪافين جو قلمي گنج 1895ع ورق 251.
3 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 77.

ساڳي نموني هيٺين ڪافيءَ جو غور سان اڀياس ڪريو، ان ۾ اوهان کي سچل جي فن توڙي فڪر جي ڪاٻہ خوشبوءِ محسوس نہ ٿيندي:

آپي شاه، آپي گدائُ، آپي امير امراءُ
آپي ڏيءُ آپي پيءُ ، آپي پٽ آپي ماءُ
آپي جوءِ آپي مڙس، آپي ڀيڻ آپي ڀاءُ
آپي موج آپي لهر، سچل آپي دم دم درياءُ [1]

اهڙيءَ طرح هن رسالي ۾ پڙهڻين جون چڪون پڻ آهن ۽ هي اهي ڀلون آهن جيڪي سچل سائينءَ جي سيني رسالن ۾ آهن.

جهور نہ لهي جهڙ جي نا ڪڏهن اوڳاڻن [2]

هن ڪافيءَ ۾ "اوڳاڻن" ڪان"اوڪاڻن" لفظ برابر آهي. اوڪاڻن معنيٰ بند ٿيڻ (مينهن وسڻ، اکين مان ڳوڙها ڳڙڻ.)

لعلڻ جنين نہ لوءِ، سي اوڪاٽين نہ اکيون [3] (شاهہ)
سور نہ جهلڻ جهڙو هاريون ڙي هيهات [4]

"سور نہ جهلڻ جهڙو" ڪان" سور نہ سهڻ جهڙو" يا "سور نہ سلڻ جهڙو" وڌيڪ موزون آهي.

سچل هي مسڪين الهہ دا، عشق تساڏي تڳيان [5]

هن ڪافيءَ ۾ "عشق تسا ڏي تڳيان" ڪان "توهہ تسا ڏي تڳيان" درست آهي، ڇاڪاڻ تہ عام چوڻي ۾ "توهہ تڳڻ" چيو ويندو آهي ۽ قلمي بياض ۾ پڻ ان ريت آهي. [6]

1. نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 322.
2 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 80.
3 . ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: جامع سنڌي لغات حيدرآباد 1960ع صفحو 299.
4 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 95.
5 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 44.
6 . نانڪ يوسف جي ڪافين جو قلمي بياض. ورق 272.

حال ڏسي پنهنجو پال پلائج، پر پڇاڙون ورهه ورائج
ڪـج ڊپ دارون دک واريءَ جـو [1]

هن ڪافيءَ ۾ ورهه ورائج اصطلاح غلط آهي ۽ ”ورهه وسائج“ درست آهي. مثال:

دوست اوهان جي در تي ويـنـي ورهه وسائـي [2]
هـيـڪـلـڙي حب ۾ ويـنـي ورهه وسائـي. [3]
انهيءَ پڙ ۾ پهلوانن جوشن ڪان جيءَ جلايا ها،
ڪنيا جي موج مستيءَ جي اُهي هن عار آيا ها. [4]

عار معنيٰ لج يا شرم - ان لفظ جي هتي معنيٰ ڪابہ ڪانہ ٿي نڪري مگر ان کي هيئن ”آر“ لکي ڏسو تہ مطلب واضح ٿي پوندو. آر معنيٰ تيز وهڪرو يا ڇڪ، درياءَ جي تک، پاڻيءَ جو مارو، سير، دل جو لاڙو يا ميلان ، سڪ، حب، پيار، قرب، اٿل ليٿ. [4]

ڏيـئـي تـوڪـل تـڪـيـو آر لـنـگـهـيـا آسان (شـاهہ)

ويـر مَ لاهـي ويـهـہ، مـتـي آر اوڙاهـہ جـي (شـاهہ)

۽ ان لفظ جو استعمال سچل هڪ ٻي ڪافيءَ ۾ پڻ ڪيو آهي.

اديون ورهہ واريـون ايـنـديـون ڙي هـن آر [6]

چوريءَ چوريءَ سير ڪرين ٿو تنهنجو چاند چمـن ۾ [7]

هن سٽ ۾ ”چاند چمن“ جي معنيٰ ڪابہ نہ ٿي نڪري مگر ”تنهنجو چاهہ چمن“ پڙهڻ سان مطلب پڌرو ٿئي ٿو:

---

1 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 73.
2 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 41.
3 . ايضاً صفحو 78.　　4. ايضاً صفحو 267.
5 . ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: جامع لغات سنڌي حيدرآباد 1960ع صفحو 38.
6 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 123.
7 . ايضاً صفحو 212.

بهرحال نماڻي فقير سنڌ کان ڏوراهين ڏيهه ويهي محبت من ۾ پائي جيڪي ويهي ڪتيو آهي اهو اڻ توريو ئي اگهائڻ جهڙو آهي. سچل سائينءَ جا جيڪي بہ رسالا هيل تائين ڇپيا آهن، نماڻي فقير جو هي نماڻو تحفو ڇپائيءَ جي لحاظ کان پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

## سچل جو رسالو (سنڌي ۽ سرائڪي)

مرتب رشيد احمد لاشاري، ڇپائيندڙ آر- ايچ احمد برادرس حيدرآباد اسٽينڊرڊ پريس مان 1958ع ۾ ڇپيو.

هن رسالي جو مواد مرزا علي قلي بيگ واري رسالي تان چونڊ ڪيو ويو آهي، مرتب جي چونڊ پڻ معياري ڪين آهي.

1910ع ۾ جيڪو سچل جو رسالو ڇپيو هيو ان کانپوءِ اڌ صدي تائين سچل جو رسالو ڪونہ ڇپيو. البت آغا صوفيءَ 1933ع ۾ سچل جو رسالو 500 ڪاپيون ڇپايون جيڪو درگاه جي معتقدن لاءِ ئي اڻ پورو هيو. 1952ع ۾ نماڻي فقير هندستان ۾ سچل جو رسالو ڇپايو مگر اهو بہ سنڌ ۾ ناياب هيو. بازار ۾ سچل جي رسالي جي ڪوٽ هئي ۽ ان ضرورت کي محسوس ڪندي آر- ايچ احمد برادرس وارن واپاري خيال کان سچل جو رسالو ڇپائڻ گهريو.

هن رسالي جو ڪوبہ ادبي معيار ڪونہ آهي. منجهس ڪابہ پرک پروڙ نہ ڪئي وئي آهي. ايتريقدر تہ ڪيترين ئي ڪافيون ۾ ٻہ ٻہ پيرا اچي ويون آهن. هت رڳو رديف ”ر“ مان مثال ڏينداسون تہ لڳ ڀڳ سموريون ڪافيون ۾ ٻہ پيرا آيل آهن.

”ويندي تان وٽڪار، جيڏيون هيءَ مڳ هوت بلوچ جي.“
(صفحو 36)

وري اها ساڳي ڪافي 45 هين صفحي تي موجود آهي.

”پلي ڪري آئين، هت تون گهرجين يار.“
صفحي 36 تي ڪافي آهي.

وري ساڳي ڪافي 44 صفحي تي موجود آهي. صفحي 36 تي

"ساجن انهيءَ سير، ايندءِ ڙي اجا."

وري ساڳي ڪافي 50 صفحي تي موجود آهي.

"سا ڪندي ڪيئن قرار، جيڏيون جنهن جيئڙو جتن سان."
(صفحي 37 تي)

وري ساڳي ڪافي 43 ۽ 48 صفحي تي موجود آهي. صفحي 38 تي

"هاري تو باتو هار، چام چنيسر آوڙان."

وري ساڳي ڪافي صفحي 56 تي موجود آهي. صفحي 38 تي

"مون ۾ عيب اپار، سڄڻ تنهنجي پانهڙي آهيان."

وري ساڳي ڪافي 48 ۽ 49 صفحي تي پڻ موجود آهي. صفحي 49 تي

"رئان زار و زار، مان ملان مارن کي آئون."

وري ساڳي ڪافي 51 صفحي تي موجود آهي. صفحي 41 تي

"آءُ ته صدقي ان تئون جي آيا پنهل جي پار"

وري ساڳي ڪافي 55 صفحي تي موجود آهي.

اهڙي طرح صفحي 42، 44، 46 ۽ 50 واريون ڪافيون ترتيب وار هوبهو صفحي 43، 50، 52 ۽ 54 تي موجود آهن.

مٿين مثالن مان ئي ثابت ٿئي ٿو ته هن رسالي کي ڪنهن به ادبي ڳٽپ ۾ آڻي نه ٿو سگهجي.

## رسالو سچل سرمست (سنڌي)

عثمان علي انصاريءَ مرتب ڪيو، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد مان ڇپارائي 1958ع ۾ پڌرو ڪيو.

هن رسالي ۾ سچل جو رڳو سنڌي ڪلام ڏنو ويو آهي. هن

رسالي جي ترتيب توڙي تصحيح ۾ ڪاٻه نمايان خوبي ڪانہ آهي. هن رسالي جون هيٺيون ڪافيون ٻہ ٻہ ڀيرا لکيل آهن.

صفحي 47، 50، 73، 93، 99، 115، 120، 121، 151، 160، 162، 163، 164 ۽ 172 تي ڏنل ڪافيون ترتيب وار صفحي 73، 58، 294، 425، 131، 143، 158، 417، 159، 415، 410، 411، 422، ۽ 342 تي ٻہ درج ٿيل آهن.

ان ڪانسواءِ ڪيترين ئي ڪافين جون سٽون ڪٽل آهن. مثلاً

آهيان آءُ اسرار، جيڏيون مون کي ڪير پانيو ٿيون [(1)]

متين ٿلهہ ۾ هيءَ سٽ ڪانہ آهي.

ماريو آهہ منصور جي خوني هن خمار [(2)]
عاشق ڪيئہ اداسي، وهہ واهہ ڳالهہ خاصي [(3)]

هن ڪافي ۾ هي بند رسالي ۾ ڪونہ ٿا ڏسجن.

دل اسان جي سهٽا سائين پهريون ڪيئي پياسي،
بيخوديءَ مؤن باغ بهاران خوديءَ ڪئون خلاصي. [(4)]



جا چوڻ جيهي ناهہ، سائين ڪيئن چوان [(5)]

ان ڪافيءَ ۾ هيٺين مصرع موجود نہ آهي.

ور وڪڙ هن وات کي هيڏي پير نہ پاءِ [(6)]

---

1 . عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست سنڌي ادبي بورڊ 1958ع صفحو 51.
2 . مرزا علي قلي بيگ: سچل سائينءَ جو رسالو 1902ع صفحو 147، نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 349. ڊاڪٽر نواز علي شوق : ڪلام حضرت سچل سرمست: ڪافي پبليڪيشن 1981ع صفحو 10.
3 . عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست سنڌي ادبي بورڊ 1958ع صفحو 73.
4 . مرزا علي قلي بيگ: سچل سائينءَ جو رسالو 1902ع صفحو 278، نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف الهام بڙودا صفحو 258.
5 . عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست سنڌي ادبي بورڊ 1958ع صفحو 83.
6 . سچل سائينءَ جو رسالو مرتب مرزا علي قلي بيگ 1902ع صفحو 99.

سانول سوين ڳڻ تنهنجا تي ساريان [1]

هن ڪافيءَ ۾ پڻ هيءَ سٽ موجود ڪانہ آهي.

آسروند آهيان، جيڪي قول ڪيا سي پاريان [2]
اڄ اڱڻ اجهي آيم، پرديسي ڳڏيم ميان [3]

انهيءَ ڪافيءَ ۾ بہ هيءَ سٽ ڪانہ آهي:

جن لئي هيس اپاٽڪي، مولا سي محب ملايم [4]
ڏوراپا ڏئيي ڪنهن هٿ منجان مارئين [5]

ڪافيءَ ۾ هي بہ مصرعون ڪتل آهن.

ساعت پانيان سال تي، جا پنهوارن ريءَ پيئي
ڪو رسائي مون راڄ ۾، ڏاڏائي ڏيئي [6]
پڇو نہ منهنجي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان [7]

هن ڪافي ۾ پڻ هي بہ سٽون ڪونہ آهن.

ظاهر ٿيا سي ذاتيءَ وڃان سمجهڻ منجهہ صفات،
لاڪي لاهي نفي ڪيوسين الاالله اثبات [8]

---

1 . عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست سنڌي ادبي بورڊ 1958ع صفحو 142.
2 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 153. درگاه نانڪ يوسف تي ڪافين جو قلمي گنج ورق 128.
3 . عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست سنڌي ادبي بورڊ 1958ع صفحو 173.
4 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 302. درگاه نانڪ يوسف تي ڪافين جو قلمي گنج ورق: 13
5 . عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست سنڌي ادبي بورڊ 1958ع صفحو 163.
6 . درگاه نانڪ يوسف جي جهوني فقير فيض محمد ٻڌ کان هٿن لکيل.
7. عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست سنڌي ادبي بورڊ 1958ع صفحو 382.
8. مرزا علي قلي بيگ: رسالو سچل سائين جو 1902ع صفحو 130. نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف الهام بڙودا 1952ع صفحو 372. ڊاڪٽر نواز علي شوق: ڪلام حضرت سچل سرمست ڪافي پبليڪيشنس ڪراچي 1980ع صفحو 19.

انهيءَ ڪان سواءِ رسالي جي ڪيترين ئي پڙهڻين ۾ پڻ ڪافي غلطيون آهن جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون:

1- آهيان آءُ اسرار، جيڏيون مون ڪي ڪير پانيون ٿيون
آيس هن عالم ۾ باري چڙهي بار

هن ڪافيءَ ۾ "باري چائي بار" وڌيڪ موزون آهي ۽ سچل جي ٻين سيني رسالن ۾ بہ اهڙي طرح لکيل آهي ۽ فقراء بہ اهڙي نموني ڳائيندا آهن.

2- تو ڪيئن وچايو پاڻ، ڳولي لهج پاڻ کي
مڪڻ اڪر هڪڙو سوئي ڪير سنياڻ

هن ۾ "مڪڻ اڪر" کان "مڪڻ آڪر" وڌيڪ درست آهي.

3- جهڙو هي عجائب آهه، ناهي عجب ٻيو ڪو اهڙو
هيڏي هوڏي نہ ڏسين منهن پاڻيءَ ۾ پاءِ

هن ڪافيءَ ۾ "منهن پاڻيءَ ۾ پاءِ" کان "منهن پاڻ ۾ پاءِ" جنهن جو مطلب آهي نائي نيڻ نهار درست ٿيندو.

4- برهہ بيراڳي ڪيو ڙي جيڏيون ، مون کي درد ديوانو ڪيو
جو امر اورائو ڏنو، سو تان ساڳي ٿيو.

هن ڪافيءَ ۾ "جو امر اورائو ڏنو" کان" جو امڙ اورائو ڏنو" وڌيڪ موزون آهي ۽ ڳايو بہ اهڙي نموني ويندو آهي.

هلي ههڙي حال ميان، وڃي ڏوٿن کي ڏسان
سچوءَ جي تہ سرير ۾ مارن جي آهي قال

هن ڪافيءَ ۾ "مارن جي آهي قال" کان" مارن جي آهي مقال" وڌيڪ موزون ٿو ڀائنجي.

ان کان سواءِ ڪي سٽون اهڙيون بہ آهن جيڪي مختلف ڪافين ۾ ساڳيون موجود آهن. نموني خاطر صرف ٻہ مثال ڏجن ٿا:

1- اصل آهي انهن سان روح منهنجي جو رلو

اها سٽ هيٺين ٻن ڪافين ۾ ڪتب آندل آهي:

(i) اڙي الو الو رانول آيو راڄ ۾

(ii) ڪري سانگ پرين وري آيم، ديس اساڏڙي الو الو

2- چونديس حال حبيب کي ڳچيءَ پائي گندي

اها سٽ هن ٻن ڪافين ۾ استعمال ٿيل آهي:

(i) آءُ ڪيچ ڪندي، وڃي پورهيو پرينءَ سان

(ii) ويهي آءُ ڪوهه ڪندي، جيڏيون ڙي ڀنيور ۾

هن رسالي ۾ جيترو مواد محترم انصاري صاحب ڏنو آهي ڪانئس اوترو ئي ڪلام رهجي ويو آهي ۽ اهڙو چوند ڪلام رهجي ويو اٿس جيڪو فن ۽ فڪر جي لحاظ کان تمام متاهون آهي. اڪثر ڪري اُهو ڪلام درگاهن تي پڻ ڳايو ويندو آهي. جنهن مان ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

1. سچ ٿا مرد چون ڪنهن کي وٽي آيي نه وٽي،
2. ڪوڙي دوستيءَ جو دم ٻٽي نه ٻٽي.
3. جوئي آهيان سوئي آهيان، هندو مومن ناهيان.
4. ڪو ڪيئن چوي ڪوئي ڪيئن چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان.
5. ساڀيوئي سر آهي، ڪاٿي سچل ڪاٿي ذات سچل جي.
6. اسين ساڀي خود آهيون، ٻلي عام چوي ائين ناهي
7. ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذهب ڪيائين معاف
8. عشق لڳئي ته ڪر آمين، نا منجهه ڪفر نا منجهه دين
9. شاهه ٿيو سيلاني، نه ڇاٽان ڪنهن ڳالهه ڪئون

10. جي مون پڇو ڙي جيڏيون، آهي برهہ بيقراري

11. اتي ڪفر نہ ڪو اسلام، آهي سيني ڪي سلام

12. ڪرن مڙيئي قتلام، پاڻ ڪريان جي پڌرو

سچل سائين جي شاعريءَ جا جيڪي بہ رسالا ڇپايا ويا آهن ڪوبہ مستند ۽ مڪمل نسخو ڪين آهي، ۽ پير صاحب حسام الدين راشديءَ جا اِهي الفاظ بلڪل صحيح آهن تہ سچل کي ڪوبہ گربخشاڻي نصيب نہ ٿيو.

## سچل جو سرائڪي ڪلام

مرتب مولوي محمد صادق راڻيپوري، ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ ۽ وفائي پرنٽنگ پريس ۾ 1959ع ۾ ڇپيو.

هن رسالي ۾ سچل جي سرائڪي ڪلام سان گڏ 150 اردو غزل بہ ڏنا ويا آهن.

مولوي صاحب هن رسالي کي سهيڙڻ ۽ سموهڻ ۾ ڏاڍي محنت ۽ اورچائيءَ سان ڪم ڪيو آهي تنهن هوندي بہ ڪيترو ڏاريو ڪلام رسالي ۾ اچي ويو آهي.

مثال طور هيءَ ڪافي بہ سچل جي ڪانہ آهي:

بات برهہ دي ايهي، ايهي عجب جيهي [1]

جيئن اسان اڳ ۾ ٻڌايو آهي تہ نانڪ يوسف پنهنجي ڪيتري ڪلام ۾ پنهنجي نالي سان گڏ عقيدت ۽ محبت وچان سچل جو نالو بہ آندو آهي ۽ هن ڪافيءَ ۾ پڻ ائين آهي. مگر مرتب نانڪ يوسف جو نالو ڪڍي ڇڏيو آهي.

اصل ڪنون جو ساڈا آها سچل يار پڇيسون
وچ درازين جاءِ تهين دين تنهن ڪون ووڙ لهيسون

1. سچل جو سرائڪي ڪلام، مولوي محمد صادق، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع صفحو 69.

تي ملاقي نال تهين دي سارا ورهه ونديسون
اُهو اساڏا اسان اهين دي يار كيتوسي نيهي [1]

هن مصرع جي معنيٰ تي غور ڪرڻ سان پڻ سمجهي سگهجي ٿو تہ ڪافي ڪنهن سچل سائين جي معتقد جي آهي جيڪو سچل سائين سان سڪ ۽ اڪنڊ مان ملڻ ٿو گهري.

اِهو بند ساڳيو هن طرح آهي:

اصل ڪنون جو ساڏا آها سچل يار پڇيسون
وچ درازين جاءِ تهيندي تنهن ڪون ووڙ لهيسون
تي ملاقي نال تهين دي نانڪ ورهه ونديسون
اهو اساڏا اسان اُهين دي يار ڪيتوسي نيهي [2]

پلا اچو تہ هن ڪافيءَ تي ويچار ڪريون:

عشق پيوسي زور زور ڪٽ مليان دي توڙ توڙ
عاشق عشق الهہ دا چاون، چڪ ٻڌاسي ڏور ڏور
زيريان زبريان ڪيهيان پڙهيوئي هن حرامي نور نور
لڪ لڪ ڪاغذ ڪيتوئي ڪالي هن ڪتابي چور چور
پير اساڏا عبدالحق نانءُ هادي دا اور اور
يار سچل ڪون جو نہ منيدي خارجي اهي ڪور ڪور [3]

اها نالي واري سٽ صحيح هن نموني آهي:

يار سچو ڪون جو نهين منيدي ڪلا خارجي ڪون ڪوڙ ڪوڙ [4]

---

1 . مولوي محمد صادق: سچل جو سرائڪي ڪلام سنڌي ادبي بورڊ 1959ع صفحو 69.

2. صوفي گورڌن داس روهڙيءَ واري جو ڪافين جو قلمي ذخيرو صوفي صاحب سخي قبول محمد دوم جو طالب آهي ۽ هينئر سندس عمر 95 ورهيہ ڪن ٿيندي. فتح علي فقير، خوش خير محمد جي خاندان مان آهي عمر 90 ورهيہ ٿيندس تنهن پڻ اها ڪافي اِن طرح ٻڌائي.

3 . مولوي محمد صادق: سچل جو سرائڪي ڪلام سنڌي ادبي بورڊ 1959ع صفحو 261.

4 . مرزا علي قلي بيگ: سچل سائينءَ جو رسالو 1902ع صفحو 59. نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 256.

اها حقيقت آهي تہ ملان ۽ صوفيءَ جو فڪري اختلاف جڳ مشهور آهي مگر هن ڪافيءَ ۾ جيڪا ٻولي استعمال ٿيل آهي ان مان ٻڌائي سگهجي ٿو تہ هيءَ ڪافي سچل جي هرگز نہ آهي.

جيئن اسان مٿي ڇاڻايو آهي تہ مولوي صاحب سچي سان گڏ اوڦتو ڪلام بہ ڏيئي ڇڏيو آهي ساڳي ريت ڪيترو سچل جو مستند ڪلام جيڪو درگاهن تي وڏي جوش ۽ جذبي سان ڳايو وڃي ٿو اُهو مولوي صاحب واري رسالي ۾ خير ڪي موجود آهي.

مثلاً:

1. مئن آپي ڪعبہ مڪا، الهہ اساڏا سڪا [3]
2. رانجها تخت هزاري سائين، جنهن عشق لڳا مئن واريان [4]

مولوي صاحب جي ڪن ڪافين جون پڙهٽيون پڻ درست نہ آهن. اچو! هن ڪافيءَ تي سنجيدگيءَ سان سوچيون:

ننگڙا نماڻي دا جيوين تيوين پالڻا
ميلي هان مندي هان، بيشڪ تيڏي بندي هان
ڏکين ميڏا ڊولڻا، عيب نہ ڦولڻا
پئي هان تيڏي پناري، لڳي هان تيڏي لاري
تيڏي ذات ستاري، ڏوهہ نہ ميڏي ڳولڻا
نال ڪوجهي دي جالڻا، اسان ڪني ول آوڻا
يار سچل ڪون لهن ڪشالي، گهونگهٽ اپڻا کولڻا [1]

هن ڪافيءَ جو مٿيون هيئت Form ئي غلط آهي.

اوهان هن طرح ڪافي جهونگاري لطف وٺي ڏسو:

ننگڙا نماڻي دا جيوين تيون پالڻا

1 . نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 368 ۽ صوفي فقير
2 . استاد منظور علي خان.
3 . مولوي محمد صادق: سچل جو سرائڪي ڪلام سنڌي ادبي بورڊ 1959ع صفحو 1.

ميلي هان مندي هان، بيشڪ تيڏي بندي هان
ڊڪـيـن مـيـڏا ڍولـڻـا عـيـب نـہ ڦـولـڻـا
جـوڳـي نـال جـالـڻـا، اسـان ول هـي آوڻـا
يـار سـچـل تـون لـتـڙي ڪشـالـي،
گـھـونـگـھـٽ کـولـڻـا، ٻـھـہ ٻـھـہ ٻـولـڻـا (2)

ان ڪانسوءِ رسالي جي پڇاڙيءَ ۾ مولوي صاحب جيڪي سچل جا 50 اردو غزل ڏنا آهن اِهي سڀ قابل قبول نہ آهن ڇاڪاڻ تہ انهن جي اجائي اصلاح ڪري سچل جي ريختي ڪلام کي هرو ڀرو اردوءَ جو لباس پهرايو ويو آهي.



1. نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع صفحو 49. مرزا علي قلي بيگ: سچل سائينءَ جو رسالو 1902ع صفحو 236.

# سچل جو اڻ ڇپيل ڪلام

سچل جو پهريون رسالو مرزا علي قلي بيگ مرتب ڪيو، جيڪو 1902ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ 1340 ڪافيون ڇپيل آهن. مرزا صاحب اهو 1895ع کان سهيڙڻ شروع ڪيو، جڏهن ته سچل سائينءَ کي فوت ٿئي صرف 68 سال ٿيا هئا. پر هن رسالي ۾ سچل کان سواءِ ٻين شاعرن جو ڪلام پڻ موجود آهي ۽ ڪيتروئي سچل جو ڪلام هن رسالي ۾ موجود ڪونه آهي، جيڪو درگاهن تي فقير پڻ ڳائيندا آهن، پوءِ به مرزا صاحب جي ڪوشش ساراهڻ جوڳي آهي. ڇاڪاڻ ته اڄ تائين جيڪي به سچل جا رسالا ڇپيا آهن، انهن سڀني جو بنيادي ماخذ مرزا صاحب جو رسالو ئي آهي. اسين هت سچل جو اهو ڪلام پيش ڪري رهيا آهيون، جيڪو درگاهن تي ته ڳايو وڃي ٿو، پر ڇپيل رسالن ۾ موجود ڪين آهي :

## سنڌي ڪافيون

(1)*

ريءَ ڪجل تڪبير وجهن، سي ڪيئن سرمون پائن وو
وار سجڻ جا بسيهر ڪارا، سي ڪيئن سينڌ چٽائن وو
ڏند ڏولڻ جا ماڻڪ موتي، سي ڪيئن سرخي لائن وو
جايون سڄڻ جون درس درازين، ”سچل“ نام سڏائن وو

* هي ڪافي علي محمد فقير کهڙي کان ملي، علي محمد فقير کهڙو ڳوٺ ڏلاور تعلقو گمبٽ، نول گهوٽ نوشهري فيروز واري جو طالب آهي.

*(2)

ساقي آهيون شراب جا اسين ڪامل ڪلاتي،
جال پري جام پيئون آب حياتي،
لاتي سون "لولاڪ" ۾ وجي لا سندي ڪاتي،
"مان" ڪي ماري پاڻ پروڙيم آهيون گهرهڪي پاتي،
همہ اوست واري حال ۾ اسين آهيون اثباتي،
نفيءَ ۾ نابود ٿياسي صاحب صفاتي،
منجهان ڪُن ڪپرجي لنگهيا سي ظاهر ظلماتي،
سر سڄاڻي پانهنجو ٿياسي ذات اندر ذاتي،
سچل سارو پاڻ ٿيو، جنهن مام سڃاتي،
تصوير اندر نور پاتائين، جيءَ اندر جهاتي.

+(3)

عمر گهوريان هي پٽ پٽيهر، ساريان لوءِ پنهنجي جون لويون،
هت ويڙهيچا ويئا وراهن ڏهاڙيون ڏونرن سنديون ڏويون،
سنگهارن ڏي سوز سنيها راتيون روز منجان تي رويون،
ڪَنڌيون، ڪوڪڙ سنديون، ڳچيءَ پائن پيڪا پويون،
صبح سانجهي ڪٽن خوشيءَ سان، آب پريون اويون،
پاند ۾ پائن پسيون، سچل ساڳ سنگر سويون.

+(4)

هاءِ هاءِ حلاج جيان، ڪيئي لعل هن لڙ ۾ لڙهيا،
پار هِنَ آيا اُهيِ، جي گهوٽ هِنَ گهيڙئون گهڙيا،
ڪي ٿيي ڏيئي سو پاتال منجهہ پيهي ويا،

* هي ڪافي علي محمد فقير کهڙي کان ملي، علي محمد فقير کهڙو ڳوٺ دلاور تعلقو گمبٽ، نول گهوٽ نوشهري فيروز واري جو طالب آهي.
+ مٿيون ٻئي ڪافيون فقير نظر محمد مغل جي قلمي بياض تان نقل ڪيل آهن.

ڪين ڪي عاشق اهي ٻهڳڻ وري ٻاهر پيا،
غرق ٿيا غازي اتي ڪن عام بيٺا هاءِ هاءِ،
آءُ لڙهي آيس اتي جت رتي ناهي ريا،
دلق ڪي درياه ۾ اڇلن بهادر بي بها،
صاف ٿي نڪتا سچل سي صاف سالڪ جي هئا.

*(5)

موڳا مُلان متو نہ مار، عشق شرع سان شامل ناهي،
مِڻ مِڻ ڪرين ٿو مٽي مٽي تي، الله ڳٽين ٿو ڪٽي ڪٽي تي،
روزو نماز ناهي درڪار.
گهونگهٽ ڏکي ويهين گهرن ۾، اکيون اڙائين ٻين جي درن ۾،
پنهنجي گهر جي لهہ ڪا سار.
”سچل“ جهڙا سوين سپاهي، در سڄڻ جي پتنگ اِلاهي،
لنگهي پياسون پارئون پار.

*(6)

عشق ناهي آسان، پير انهيءَ ۾ پرجهي پائج،
عشق امام کي قتل ڪرايو، سوليءَ تي منصور چڙهايو،
سالڪ سڻ صنعان.
عشق شهنشاهہ رلائي، پنڊت پڙهيل پُرس پنائي،
عشق هزارين ڪيا حيران.
”سچل“ دم منصوري مارج، سورهيہ ٿي سرڙو سهائج،
مرد ٿجان مردان.

* مٿيون ٻئي ڪافيون استاد عبدالحڪيم مگسي، ويندل جهل مگسي (بلوچستان) کان مليون.

(7)

چيم آخر ٻڌي هٽڙا، اڳيان دلبر تو ايندا سون،
چيائون ايندين تہ چا ٿيندو، ڏسڻ هرگز نہ ڏيندا سون.

چيم دلبر تنهنجي در تي اچي ڏيندس مان درباني،
چيائون تنهن طرف هرگز نہ پوريل در پٽيندا سون.

چيم دلدار ڪي آهيان، فقط هڪ بوسي جو سوالي،
چيائون ڪين اهڙو سوال موراڻون مڃيندا سون.

چيم اي دلربا دلبر نہ ڪر گم آبرو منهنجي،
چيائون هي اجا چاهي، سوين پياسور ڏيندا سون.

چيم منهنجي مرڻ ڪانپوءِ اچين من تون مٿي مرقد،
چيائون جي ڏنوسي ڪٽ لتاڙي لوڙھ ويندا سون.

چيم دلبر مٺا دم دم پرتو ٿي هي "سچل" سائل،
چيائون ڪين لوڙهج دل اوهان آخر گڏيندا سون.

(8) *

آهي الائي ڪير، دلڙي کسي ٿو ڪين ڏسي ٿو،
پير پيغمبر هو ٿو نوائي، دارا سڪندر هو ٿو دٻائي،
آهي مثل شير، جنهن کي وٺي ٿو تنهن کي دَسي ٿو،
جنهن کي خبر هجي يار ٻڌائي، نالي ڏٿيءَ جي راھ ٻتائي،
پورو ڏسي پنڌ پير، ملڪ کهڙو اتس ڪاٿي وسي ٿو،
سچل سائين مالڪ آهي، عشق برھ الائي چاهي،
دل ۾ رهي ٿو دلبر، ٻاجهوئن ڪين پسي ٿو.

بيت

ڪڏهن من ماڪوڙي، ڪڏهن ڪيهر شينهن،
سچل سارو ڏينهن، حال نہ آ هڪ جهڙو.

---

* هيءَ ڪافي استاد عبدالحڪيم مگسي، ويڙل جهل مگسي (بلوچستان) ڪان ملي.

## سرائکي ڪافيون

جوڳي آيا ڪهڙي دِس دا،
نالا ذات نہ ڏس دا.

گهن دانہ بکيا الا، ڏيندا جي ڪوئي پلو،
هڪ دل اساڏڙي ڪس دا.

مک وچ مرلي الا، ڪن وچ ڪنڊل پلو،
ڳلي ڳلي ڪڙا نچ دا.[1]

سچل سارا الا، سچ اکيندا پلو،
هادي هر جا وس دا.

(2)

رانجها تخت هزاري دا صاحب جنهن دا عشق لڳا،
جاني سو.

ڪر سينگار سجن دي اڳيان، سياليان مشڪ ملو.
انا احمد بلا ميم، چاڪ دا حسن ويکو.
اِها مسند ڪيڙيان والي مينون نہ اکر،
مئن ٿيوان قربان سجڻ تون، سر سچل دا سيو.

(3)

چولي سجڻ دي چيري مجھ ڪون ڪباب ڪيتا،
ڪر ناز يار پياري رخ پر نقاب ڪيتا.

تن من تنبور طبلي، سر عاشقان دي اصلي،
جادوگران دي جلوي، رڳ رڳ رباب ڪيتا.

نينان دا تير ماريئي، زارو زار چا رئاريئي،
دل دا حجاب ٿاريئي، سانون بي حجاب ڪيتا.

1. ڳلي ڳلي ڪڙ انس دا (فقير نظر محمد جي قلمي بياض ۾)

سر دار پر چڙهيندي، عاشقان نون وت مريندي،
ڪنڌ ڪات پر ڌريندي، ايڏا عذاب ڪيتا.
کهتا سچل بچارا، هم هون غلام تمارا،
مک ڪا ويکيا نظارا، اڪبر ثواب ڪيتا.

(4)

گهنڊ کول ديدار ويکائو، مئن آيا مک ويکڻ،
پا پازيب پيران وچ ڪڙيان، پايل ڪون ڇمڪائو،
مئن آيا مک ويکڻ.
نال اساڏي دلبر سائين، الهه لڳ الائو،
مئن آيا مک ويکڻ
پهر پوشاڪان ويس گلابي، چوٽا چندن چٽائو،
مئن آيا مک ويکڻ
نوري روا سبزي چولا، هيري نال جڙائو،
مئن آيا مک ويکڻ
حال سچل دا معلوم تيکون، سائل ڪون نہ سڪائو،
مئن آيا مک ويکڻ

(5)

وس اساڏڙي ويڙهي، ڀهون سڪان ساريان تيڪون،
ڏک اسان نال آ ونڊين، ڀهه نماڻي دي نيڙي.
مئن تان تيڏي تون تان ميڏا، ڪون ڪميٽي ڪيڙي،
رانجهو سائين نان الله دي، ڪرين نہ جهوڪ پريري،
سڀ ڪريسان ڳالهين تسان ڪون، آوين جي دوست اوريري.
اسان تساڪون صحيح سڃاتا، لٽي سياليان دي جهيڙي،
ديري سچل دي تنبو ماريا، آڻ ڪي عشق اويڙي.

## بيت

ايمان سلامت هر کو منگدا، اسان عشق سلامت مـنـگـي،
منگن، ايـمـان شـرمـاون، عشـقـون دل حيـرت وچ ونـگـي،
سـچـل عشـق والـيـان دا نـوکـر، هـووي شـرابـي يـنـگـي.



# گدازنامي جو هڪ آڳاٽو ترجمو

اِهو سورهن آنا سچ آهي تہ سچل سنڌ جو بيباڪ ۽ بسيار گو شاعر آهي. سندس ڪلام ڇهن ٻولين سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ۾ آهي . ”ديوان آشڪار“ ڪانسواءِ سچل جون مثنويون جهڙوڪ ساقي نامو، گداز نامو، عشق نامو ۽ رهبر نامو، انهن مثنوين جو آڳاٽو ترجمو درگاه جي هڪ سچي طالب هادي بخش مغل بن نظر محمد مغل شڪارپوريءَ ڪيو.

فقير هادي بخش جي ولادت 1878ع ۾ ٿي. مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ فقير سب رجسٽرار بڻيو ۽ ان ئي عهدي تان رٽائر ڪيائين. نوڪريءَ جو ڳٽ ڳچيءَ مان ڪڍڻ کان پوءِ باقي عمر سخي مقبول ثانيءَ جي خدمت ۾ رهيو. سندس وفات 1949ع ۾ ٿي.

”گداز نامي“ جو ترجمو فقير صاحب 1914ع ۾ ڪيو. هي هڪ طالب جي پيار جو پورهيو آهي جيڪو هت پيش ڪجي ٿو.

### گداز نامو

سو خدا موجود هر ڪنهن جاءِ ڏس،
سو خدا مشهور سرتا پاءِ ڏس.

سو خدا موجود اندر هر مڪان،
آهي سو معبود ظاهر ۽ نهان.

آ زمين ۽ آسمان ۾ نور سو،
بي شبهہ آ ذاڪر ۽ مذڪور سو.

سو خدا موجود اندر ڪائنات،
آهي هيءَ تنهن ذات جي ساري صفات.

ظاهري آيو اُهو تي مصطفيٰ ﷺ،
چاڻ ويسهه ساڻ آ ذات خدا.

حڪم جاري ڪيئين اندر نامي شريف،
پاڪ آندائين پاڻ تي ايهو صحيف.

سو محمد سو احد هڪ آهه هڪ،
چاڻ ويسهه ساڻ آڻج ڪونه شڪ.

جڏهن ”بي يَنطق“ اشاري منهن ڪديو،
خاص مون مان گنج جو تنهن در پٽيو.

موج آئي آ منجهئون ساگر گران،
تو ڪريان ان موج مان ظاهر بيان.

تو ڪريان آغاز هن مڪتوب کي،
تو ڏيان مان جان دل محبوب کي.

نام نامي جو گدازه نام تيو،
محو ان ۾ جسم جان ۽ جام تيو.

مان نتو ٻوليان پيو ٻولي اوهو،
مان نتو ڳوليان پيو ڳولي اوهو.

سج ڏي تي برف جڏهين منهن ڪري،
تي تئي پاڻي محو تي، تي ڳري.

اصل اُن پاڻيءَ سندو آ برف ڪان،
برف پاڻي آ سڄ هي حرف تان.

جڏهن آئي هوڻ ۾ تي برف پئي،
۽ ڳري جڏهن برف هستيءَ کان وئي.

ٿيا سوين ڪم ڳرڻ ڪانپوءِ انهيءَ مان،
ٿيون گهٽيون ڪيتيون ۽ سبزيون انهيءَ مان.

پوءِ ٿيو پاڻي اوهو ۽ برف وئي،
۽ ڪڏهن پاڻي ته ڪڏهن ٿي برف پئي.

ڇميل پاڻي مثل پانهي جي اٿئي،
آب جاري مشڪندڙ خدا جو اٿئي.

اي ٻچا هي برف پاڻي آهي هڪ.
پاڻ ۾ جيئن چنڊ ۽ سج آهي هڪ.

جسم جان ڪر راهه موليٰ ۾ گذار،
تان ٿئين منجهه هردو عالم سرفراز.

عاشقن ڪي آڳرڻ ريءَ ڪارڪانه،
ڳار پنهنجي جسم ڪي اي مهربان.

جسم ڳارڻ ريءَ ٿئين واصل ڪٿي،
راز محرم ٿين نه تون ريءَ ڳرڻ جي.

جڏهن پاڻيءَ کان جدا ٿي حباب،
ٿي فنا ڦوٽو جڏهن ٿي تڏهن آب

سمنڊ ۾ ڦوٽو فنا ٿي جو اديون،
پاڻ ٿي دريا هٽي موجان وڏيون.

سرڪشيءَ کان نام ان جو ٿيو حباب،
ڳرڻ کان پوءِ ٿيو وري سو بحر آب.

منجهه خدا پانهي فرق آهي ايهو،
چشم حيرت ساڻ ڏس تون تان ايهو.

بحر وحدت ۾ غرق ڪر پاڻ ڪي،
تان وڃي منجهه بارگاهه رحمان جي.

پاڻ آتش عشق سان ڪر خاڪ تون،
تان ٿئين شڪري منجهان شهباز تون.

لوڻ پاڻيءَ ۾ جڏهن آميز ٿي،
ڳرڻ ڪانپوءِ لوڻ ڪاٿي ٿو رهي.

جسم ٿي ان لوڻ جو جڏهن گداز،
آب ٿيو ان وقت اوهو پاڪ باز.

ذات حق جي ۾ جڏهن پانهو ويو،
۽ چئو غيرون خدائي حق ٿيو.

جيئن چاندي ٿي سهاڳي سان ڳري،
تيئن تن کي عشق ٿو فاني ڪري.

سو سهاڳو پير جي نظر چاڻ،
يا عنايت حق سندو ٿي اثر ڄاڻ.

هي جسم چانديءَ جيان آهي پسر،
عشق سهاڳي جيان آبهرورَ.

پاڻ کي جنهن راهه خدا ۾ ڪيو فنا،
جو بَچو باقي فنا مئون ويو بقا.

اي بچا بوتو مٽيءَ جو ڳار تون،
سر ڪڍي ٿيءُ نياز کان بي نياز تون.

شخص هڪڙي جي هئي دل اسپ سان،
ويو پيارڻ آب ڊوڙائي اُتان.

سو ڪناري کان بحر تي نئين رسيو،
هن پياري آب پوءِ ان کي ڏٺو.

اوچتو هنيو موج ان کي بحر ۾،
ڪيئن پڇي هي سوار انکي بحر ۾.

اسپ انجو سمنڊ ۾ نئين غرق ٿيو،
سو ڏسي هي حال داڻهن ۾ پيو.

پاڻ ڪي ان سمنڊ اونهي ۾ وڌو،
تان وٺي گهوڙي سندي نئين واڳ سو.

مگر ان جو اسپ انڪان دور ويو،
سوار غوطا کائي سَوَ پٽتي وريو.

جڏهن موجان موج ۾ هي شخص پيو،
تيز پانهون هي سمنڊ ۾ مارڻ لڳو.

سو جڏهن غوطا کائي ٻَرتي پڳو،
جيل اندر پت هڪ ويڪڻ لڳو.

ڪوٽ وانگر سخت سا ديوار هئي،
بي سبب اوها لنگهڻ دشوار هئي.

نيت هو در ڪان لنگهي ديوار ويو،
جسم تيس فاني خوديءَ ڪان ڌار ٿيو.

جسم ان جو آب ٿيو سارو روان،
موج موجن تي لڳي ٿي اندران.

وقت اتهين ڳچ مالا مال هو،
خلق پيتو آب تي زلال جو.

جسم ان جو منجهه گدازيءَ ۾ پيو،
مؤن گدازيءَ سرفرازيءَ ۾ ويو.

تيو جڏهن ديوار مان پاڻي روان،
جسم پيو پيدا ٿيو پوءِ اندران.

نام سلطان عارفين ان جو ٿيو،
عاشقن جو شاهه ٿي هر ڪنهن چيو.

اي ٻچا هن سر ڪان آگاهه تي،
انهيءَ لئي تان عبد مؤن الله تي.

فڪر ڪر تون وٽ انهيءَ احوال ڪي،
تان ڇڏين تون غير قيل ۽ قال ڪي.

پاڻ ڪي لهه اندران تان ڪير آن،
ڪير آن ۽ آهين ڇا ۽ ڪير آن.

هن وجودي ويس کي تون دور ڪر،
پاڻ کي هيڪر مثل منصور ڪر.

عاشقن جو شه شاه منصور آ،
قدر ڄاڻن ان سندو عارفَ پيا.

عشق ۾ سوريءَ چڙهائي پاڻ کي،
عاشقن جي سات ۾ ڪيو سر مٿي.

لوڪ ۾ ڪيائين ننگي شمشير عشق،
هر دو عالم ۾ ڪيائين سير عشق.

شبلي رحہ ۽ جنيد رحہ ات حاضر هيا،
حال ان جو سي ڏسي حيران ٿيا.

شير هو گجگوڙ ڪندڙ هي اُتي،
شاهه هو هي ٻيا سپاهي اُتي.

سر ڏنو ان عاشقي رستي اندر،
جسم جان کان ڪيو انهيءَ عاشق گذر.

پاڪ ٿيو خاڪي جسم جان کان پاڪ ٿيو،
سر ان جو مثل اوج افلاڪ ٿيو.

خود سڃاڻي خود سڃاڻج خود سڃاڻ،
دور ڪر عبدي وڃي ڪان پنهنجو پاڻُ.

ڪير هان مان ڪير هان ڪير هان،
ها انهيءَ حيرت اندر چا پير هان.

پير هيتان ڏر عضوا هي ڪل،
نيستيءَ کان پڻ متي تون هوت هل.

خيال پنهنجو پاڪ ڏر ديدن اندر،
سا سجاڻي ديد نا ڪجهه غير ڏر.

ڪر اکيون اڳتؤن جسم ڪر تون پتيان،
پڻ وسارو ڪر جسم پنهنجي ڪنان.

نور انجي ۾ اکين جو نور گڏ،
خيال کي ان ۾ ڪٽي پرپور چڏ.

تي زمين ۽ آسمان ان ۾ محو،
پڻ تئي سالڪ نشي ان ۾ محو.

نا هئڻ جو پَٽُ تي ويران هي،
اچي انهيءَ نا هئڻ مان منجهه هئڻ جي.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
ها انهيءَ حيرت اندر چا پير هان.

آب ڪاغذ تين ڪتا ٻيئي ڪتي،
هي ڳري قادر تئي هو اُن متي.

هي اچل ڪاغذ ڪٽي درياهه ۾،
جو تيو ٻوجهو بدن ۽ ساهه ۾.

جسم ڪاغذ آهي پاڻي ذات حق،
پير عبدالحق رحه ڏنو ايهو سبق.

خاص تين تان جان تن ڪر تون گداز،
عام جي راهه خدا روزو نماز.

جسم ڳارڻ ريءَ نہ تيندءِ حاصلي،
جي ڳرين هن راھہ ۾ تيءُ واصلي.

اي ادا هن راھہ ۾ پئہ تون ڳري،
زير بالائن ڪنان وڃ تون چڙهي.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان ،
هان انهيءَ حيريت اندر چا پير هان.

جسم تنهنجو مثل فانوس آپسر،
جان تنهنجي شمع نور آ سر بسر.

۽ انهيءَ ۾ اوهو اتئي ڏيئو نهان،
ڪر تڪر فانوس ڪي تون اي جوان.

تان تئي ظاهر شمعِ افروز جان،
ڪر پري پردي جيان تَن تون وڃان.

سمجهہ رک هن رمز کان آگاهہ ٿي،
۽ گدا مان تون منجهہ تصور شاهہ ٿي.

”عبده“ جي آهي آکيو شاھ انهيءَ،
عام ڪي هيءَ راھہ بتائي آ انهيءَ.

جي چوي شاھ پاڻ کي آهيان بندو
مان انهيءَ شاھ کي مگر هان چاٽندو.

پين ڪي پانهي چوڻ جي چا مَجال،
شاهہ اعظم آهي با درجي ڪمال.

عارفن جا توانا احمد ڪٹن،
پڏي خدمت ۾ ڪمر شهہ جي سَوَن.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان ،
هان انهيءَ حيرت اندر چا پير هان.

هجي آني ۾ پکيءَ جو ٻچو،
ڪٿ اُڏامي هوا ۾ سگهندو اُهو.

بعد مدت جي جڏهن آنو ڀڄي،
ڪنپ ڪيڙي تو پکي اڏرڻ لڳي.

تو اُڏامي پيو مٿي اوهو پکي،
قيد ڦاهيءَ کان لهي آزادگي.

پوءِ پکي اختيار وارو ٿي اوهو،
هر ولايت هر طرف اڏري اوهو.

ڇو تہ آني ۾ تئي اڏرڻ ڪٿي؟
سوز جون ٻوليون سوين ٻولڻ ڪٿي؟

اي ٻچا! هي جسم آني جان ڀڄين،
تان اُڏامي طرف حق جي تون وڃين.

ڪر يقين آهين پکي آنو نہ آن،
تون سڃاڻج پاڻ کي تان ڪير هان.

آهين ناداني‌ءَ ڪنان آنو ٿيو،
جي تئين دانا پکي آهين اوهو.

تون پکي آهين وڏي درياهہ جو،
آهين قيد تون ڪٿي هن جاءِ جو.

تون اُڏامي وڃ انهيءَ درياهہ ڏي،
جڳ اندر نعرو تڏهن تنهنجو لڳي.

ڇو وساري پنهنجي بلندي اٿي،
ڇو پسند هيءَ ڪار ناخوش ڪئي اٿي.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر ڇا پير هان.

شهر هڪڙي کي همالي چيو اٿن،
وچڻ اتهين تان محال چيو اٿن.

برف تي بلڪل گهٽي پئي پئي اُتي،
وڃڻ جي پيٽي نہ آ ڪنهن جي اُتي.

جو ٿئي طالب وڃي اوهو اتي،
جي وڃي هستيءَ ڪنان اوهو ڇٽي.

پيچ ٿوڙي پيچ پنهنجي کان ڇڏي،
عشق پنهنجو آئينو ان جو ڪري.

دل انهيءَ جي دنيا دين کان سرد ٿي،
هر دو عالم کان تونگر فرد ٿي.

چُست گهوڙو تا ڏين ان کي اتي،
سوار تي طالب انهيءَ گهوڙي مٿي.

ران هيتان اسپ طالب ڪيو اُتي،
بي گمان انوقت ويو منجهہ برف جي.

جڏهن بي حد برف ۾ اوهو رسيو،
برف ريءَ ٻيو ڪجهہ نہ ان اتهين پسيو.

چُست گهوڙو سوار سان اتهين ڳريو،
جسم جان ڳاري صنم سان ساز ڪيو.

شاهہ تنهنجي لطف ۾ ڪونهي عجب،
جو مهابي دوستن جي بي سبب.

عاشقن جي ملڪ ۾ داخل ڪرين،
ڪلافاتن کان ڪدي ٻاهر ڪرين.

اي ٻچا ڏادي ڏکي تي راهہ هيءَ،
جسم جان ڳاري وڃي سِر پير ريءَ.

جسم کي ڳارڻ اُتي آهي وڃڻ
ڳرڻ سان آسر جانب جو لهڻ.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر چا پير هان.

سپيءَ ۾ آدُر يگاني جاءِ ڪئي،
اُت انهيءَ گوهر اچي هو هاءِ ڪئي.

سا سپي توڙي لهج موتي شتاب،
جي گهربن وڻجار تو تين ڪامياب.

آهي گوهر لئي سپي اوها حجاب،
دور ڪر پردي انهيءَ کي تون شتاب.

بي بها گوهر اتي ان جي اندر،
جي لهين تين شاهه تون جڳ جي اندر.

سا سپي هي جسم آهي اي پسر،
توڙ سا يڪبارگي تيءُ بهرور.

بنان توڙڻ سپيءَ جي گوهر ڪتي،
آهين پيو پردي اندر من ماءُ جي.

جسم فانيءَ کان ٻاهر تي ڪڏ متو،
تان بقا ماٽي جسم کي ڪر قتو.

جسم سان ڪاتي خدا حاصل ٿئي،
بي جسم تيءُ تان وصل واصل ٿئي.

ترڪ ڪر هي جسم منجهه راهه خدا،
تان ٿئين تون شاهه منجهه هر دوسرا.

جسم سان جا ڪار آ، سا ڪار ناهه،
ڪتي تي عاشق جو سوريءَ سوار ناهه.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر چا پير هان.

هي گهڙو خاڪي پريل تي سانڍ آب،
پوڻ پاڻيءَ سان نہ تي اوهو خراب.

ناهہ تون ايهو گهڙو، آن آب تون،
هي گهڙو ٿوڙي متو ڪڍي دوئيءَ ڪون.

تَنُ گهڙو،پاڻي منجهس آ پاڪ ذات،
ذات ڪي گم ڪيو اتي اندر صفات.

اي ٻچا! تو پاڻ ڪي ڪيو آ گهڙو
چو ڪٽي آندو اتي وچ ۾ گهڙو،

ڪين تون آهين گهڙو تون آهين آب،
ڪين آن تون ابر آهين آفتاب.

اول اتهون آب تو جاري ٿئي،
پوءِ وچ ۾ تو ڳڙو بڻجي پئي.

واءُ اهڙو ڪو لڳي وچ تي ويو،
جوڳڙو پاڻيءَ منجهان بڻجي پيو.

مگر اول آب آخر آب هو،
گهڙي هڪڙي پي شڪل ۾ تيو اوهو.

اي ٻچا! هن جسم ڪي ڳاريوءِ جڏهن،
ذات اطهر ڏي وئين ٻوڙي تڏهن.

سد سڪندر جسم آ تنهنجو ميان
جي پچين سلطان تين تون انهي مان.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر چا پير هان.

جڏهن جاميءَ نئين ڏٺو احرار کي،
بند ڪيائين پوءِ ڪل گفتار کي.

اڳ پئي جوڙئين مسئلن جا ڪتاب،
پوءِ ڇڏئين ڇوڙي اوهي ڪل ڪتاب.

سمنڊ ۾ اُڇلين ڪتابن جا ورق،
جُلد ڪيئي سمنڊ ۾ ڪياءِ غرق.

شيخ هن سر ڪان جڏهن واقف ٿيو،
لذتن مڙني ڪنان موڙئين مٿو.

راز رمزن ڪان جڏهن واقف ٿيو،
شه عبيدالله رحہ جو طالب ٿيو.

ڇاڻ ويسه سان سراپا آ اوهو،
پڻ سڄي، ڪاهي، مٽي، هيٺ آ اوهو.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر ڇا پير هان.

ٿو ارادي سان جڏهن ڪوهہ ڪوٺجي،
اڻ ڏٺو پاڻي تڏهن ٿو ويڪجي.

مٿي ٻاهر ڪيڻ گهرجي اي پسر،
تان گهڙيءَ ڪانپوءِ اچي پاڻي نظر.

غيب تي ويساهہ آڻ آ ايهو،
جو زمين مان آب ڪڍجي ٻاهر ٿو.

ڪڻ ايهو پردو مٽيءَ جو ڏس خدا،
سو خدا آهي لڪل اندر ردا.

ڪر ٽڪر چادر اِيها ٿيءُ بي حجاب،
ڇو تہ آهي اَبر اندر آفتاب.

ڪر گذر خود کان حاصُل تئي،
پاڻ کان جيڪو وجي و اصل تئي.

ڪر گذر شهوت هوا ۽ حرص کون،
تان بلا ۾ بوالهوس ڦاسين نہ تون.

نانگ شهوت مار منديءَ ۾ تون اول،
تان نہ تين اندر بلا جي تون وتل.

منهن ڪري ڪافور جذهن واءُ ڏي،
واءُ تي ۽ جسم ڪافوري چڏي.

پڪ وجودي واءُ سان ڪر اي پسر،
راز جي رمزن کنان تين با خبر.

ذات تي اوهو لنگهي جيڪو صفات،
تيو اوهو بي جسم اندر ڪائنات.

مان نہ کيان تفصيل انجو ۽ بيان،
جو ڪري مشڪل بيان انجو زبان.

راهہ سئين تي چاڻ هيءَ توڙي نہ چاڻ،
ڪر انهيءَ رستي کنان آگاهہ پاڻ.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر چا پير هان.

سال ڳچ هُيڙسِ مسلمان دينددار،
تي ڪيم تسبيح جا داڻان شمار.

منجهہ وظيفي درد جي شاغل هيس،
طرف مسجد رات ڏينهن مائل هيس.

ڏينهن ڳچ تي زهد رياضت مون ڪئي،
ڪيفيت معلوم سورن جي نہ هئي.

سال ڪيئي منجهہ عبادت جي هيس،
ساڻ طاعت منجهہ تفاوت جي هيس.

ذڪر الا الله گهڻو مون تي ڪيو،
سڀ ڪهين تي آفرين مونکي ڪيو.

پوءِ ويس مان پير عبدالحق رحہ ڏي،
تان ڇڏي نيڪي بدي مان ڪُل تُڏي.

بحر وحدت ۾ ڏئي غوطا تهين،
درد جي موڙي رکي دل ۾ اتهين.

عشق افزون فقر سان امداد ڪيو،
مون سندو ويران گهر آباد ڪيو.

دينداريءَ کي وسارائي ڇڏيو،
مذهبن کان تنهن مونکي ٻاهر ڪڍيو،

سا مسلماني ڪٿي ۽ مان ڪٿي،
حسن ٿيو محبوب جو هر جاءِ تي.

ڇوٽڪارو جسم پنهنجي کان لڌم،
دين ايمان ۽ ڪفر کان سر ڪڍيم.

عشق اندر ڪُن جي آڻي وڌو،
ٻين خيالن کان سنيالي من وتو.

جسم خاڪي انهيءَ اهڙو گم ڪيو،
جو اُتي نا دل رهي نا دم رهيو.

تو گهڻيون موجان اوهو دريا رکي،
تن منجهان هڪڙي اچي هر ڪنهن متي.

موج بعضي خون پور خوني ٿئي،
ڪونہ ٿو ان موج ۾ سيڪو پئي.

آب ان جو خون کان پي تيز تيو،
خون ۾ سرخيءَ ۾ اچي آميز کيو.

پير مون کي انهيءَ ساگر ۾ وڌو،
جت اميد ۽ خوف نيڪ ۽ بد نہ کو.

جسم خاکي گم توجہ سان تيو،
تيو اوهو جيکي هيو سوئي تيو.

حال گردش مون سندو ڄاڻي نہ کو،
پير عبدالحق رحہ هادي راهہ جو.

پير هيتان آڻ تون مٽ خاڪ کي،
تان رسين هيڪڙو وجي حق پاڪ کي.

خاڪ جي مٽ کي اول ڪر دور تون،
جو اتي پردو وڏو هي "مان ۽ مون".

تا تين هي ٻئي انهيءَ کانپوءِ هڪ،
کونہ آڇج تون انهيءَ ۾ کوبہ شڪ.

روشني سورج ٻئي آهين هڪ،
ڏسڻ ۾ آهي اوهو ملڪان ملڪ.

هئڻ کي نہ هئڻ کيو تي اي پسر،
نا هئڻ کي هئڻ ۾ آڻين مگر.

نا هئڻ کي محو ڪر اچ هئڻ ۾،
تي سچو نابود تون هن هئڻ ۾.

نا هئڻ کان پوءِ کڍ سر هئڻ مان،
چک لذت هڪ دفعو مَنڊ پيڻ مان.

مهرباني پيرجي مون کئي بيان،
کيا توجہ ان سوين مون تي عيان.

پير منهنجي جو نہ مٽ ڪو منجهہ جهان،
هن مڪان ڪون ٿو نِئين جو لامڪان.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر ڇا پير هان.

هي جسم آ خاڪ جو خيمو پسر،
ڪر ٿڪر خيمو ايهو تون سربسر.

آهي خيمي جي اندر سو شاهہ پاڪ.
تون ڏسين اوهو لنگهين جي مشت خاڪ.

ڪونہ آ اندر ٻيو تون آهين پاڻ،
ڇاڻ ويسہ ساڻ ڏس تون پاڻُ پاڻَ.

ڪڏهن ٿو آسمان تي گهمندو وتين،
ڪڏهن ٿو ميدان تي ڊڪندو وتين.

ڪڏهن پينو ڪڏهن شهنشاهہ وزير،
ڪڏهن ٿين دربان ڪڏهين ٿين امير.

آهي جو ڪجهہ تون ئي آهين ٻيو نہ آهہ،
تو ٻنان وچ ۾ ٻيو ڇئہ ڪير آهہ.

خيال منهنجي جي پکيءَ پرواز ڪيو،
لامڪان اندر ڪٽي مونکي ويو.

سمنڊ ٿو ات موج موجن تي هٽي،
انهن موجن منجهہ سالڪ کي هٽي.

موج هيٺين ٿي مٿي تاءِ لڳي،
۽ مٿين ٿي موج ترتاءِ لڳي.

نام ان درياهہ جو آ نار نور،
تو ڪري واڪا انهيءَ کون ٿيءُ دور.

جو لنگهي اتھون اوھو بي خود ٿئي،
يا سڙي يا فنا ٿي سر ڏئي.

ڪڏھن نئي تر ۾ ڪڏھن آٽي متي،
ڪڏھن سرگردان ڪري ڪُن ۾ ستي.

سو مها ساگر رکي نا انتها،
ناھہ ان کي ابتدا نا انتها.

سو مها ساگر نہ ڪائي پر رکي،
موج حائل سو يڪايڪ ٿو رکي.

خيال ھي ان موج ۾ نئين موج ٿيو،
جمگي ھڪ موج تيزي ناھہ ٻيو.

موج آھي تان اوھائي جا بجا،
ھر طرف پاڻي روان ٿيو جا بجا.

آھي ڦيرو ھيئن منهنجي خيال جو،
ٿي عيان نا بيان ھن احوال جو.

ھيئن گردش حال منهنجي جو بيان،
نيت ٿي اندر زماني جي عيان.

ناھہ جاري سمنڊ ڌاران ڪو ٻيو،
موج ٿو سو موج ٿي ماري پيو.

مان انهن موجن اندر موج ھان،
موج ٿيو ھان مان مگر سرگشت ھان.

موج آھي مون سنديئي جا بجا،
مان ئي جاري آب آھيان جا بجا.

لذت آگاھيءَ سندي ات ٿي ٿئي،
جسم جان جي جاءِ جاتي نہ رهي.

لذت ڪنهن کي آهي آگاهيءَ سندي،
جاءِ نا اُت آ چرا ۽ چون سندي.

مان انهيءَ حيرت اندر حيران هان،
لامڪاني مرغ جان پروان هان.

مان گهڻو حيرت انهيءَ ۾ هان پيو،
گرچه پيچري ڪان چٽي آهيان ويو.

مان ڏنا بي حد اشارا هن ايهي،
تان به سمجهي ڪونه ٿو رمزون ايهي.

پير مون کي رهنمائي آهي ڪئي،
دل سين خيالن ڪنان ٻاهر ڪئي.

شهر منهنجي پير جو آشهه دراز،
پير عبدالحق رحه هادي سرفراز.

جيڪڏهن هيڪر ڏٺو ان کي ڪهين،
پاڻ کي پاڙون ڪڍيو آهي تهين.

ٿيو خدائي ٻانهڙو ٻانهن منجهان،
خاڪ ان جاءِ جي سرمون وجهان.

مان ٻهاريدار هان درگاهه جو،
ڪمترين آهيان بندو تنهن شاهه جو.

ڪيتري يي ثنا هاديءَ جي ڪيان،
ڪين ٿي پوري ڪڏهن اندر بيان.

سمنڊ سياهي ۽ ڪيان وڻ جي قلم،
ته به نه شهه جي ثنا ۾ مارين دم.

مان گداز نامه کي ڪيڙو تمام،
تو ختم نامون سندم هي والسلام.

هت اڇي منهنجي قلم جو سريڳو،
جو هيس لڪٽو لکيائين سو رڳو.

ڪير هان مان ڪير هان مان ڪير هان،
هان انهيءَ حيرت اندر ڇا پير هان.

تاريخ 22 محرم 1333ھ مطابق تاريخ 11 ڊسمبر 1914ع ۾ گدازنامہ ترجمہ ٿيو.

مترجم هادي بخش فقير سگ دربان شاھ درازا شريف.



# سچل جي بيتن جو تحقيقي جائزو

گذريل سال هن ئي موقعي تي سچل جي ڪافين جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو پيش ڪيو هيم، هينئر بيتن بنسبت پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻو اٿم.

سچي سائينءَ جو پهريون رسالو مرزا علي قلي بيگ مرتب ڪري ڇپايو، جيڪو ٻن ڀاڱن تي مشتمل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ 1340 ڪافيون آهن، جيڪي سنڌي ، سرائڪي ۽ اردو ٻوليءَ ۾ آهن.

ٻيو ڀاڱو مصطفائي پريس لاهور مان 1903ع ۾ ڇپيو. هن ۾ سچل جون ڏهه سي حرفيون، ڏوهيڙا پنجابي مرغ نامو، وحدت نامو، سسئي، مارئي، مومل، نوري ڄام تماچي، روڄهن، پورب، حقيقت ۽ جهولڻو بابت ڏنل آهن. هي ڀاڱو 14 صفحن تي مشتمل آهي. مگر هن رسالي مان ڪيترائي سر مورڳو ئي غائب آهن، جيئن سارنگ، مومل راڻو، سورٺ، جوڳ ۽ هير رانجهو وغيره.

هن رسالي ۾ جيڪي پنجابي ڏوهيڙا ڏنل آهن اهي پنجابي ڏوهيڙا هرگز نہ آهن پر اهي سرائڪي بيت آهن، انهن سرائڪي بيتن مان بہ ڪيترائي بيت گم آهن. جيئن :

1- عشق لڳا گهر وسر ڳيوسي مطلب سڀ تيوسي،
حاصل آ تيوسي سارا، جو ڪجهہ آپ منگيوسي،
سود زيان ڪنون ميان سچل، هڻ تان چٽ پيوسي.[1]

---

1. مولوي محمد صادق: سچل جو سرائڪي ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع ص 25.

2- نا مئن ڪيتا ڪڙڪا تسبيح نا مئن زهد عبادت،
نا مئن مسجد مندر وڙيا نا مئن تقوا طاعت،
سچل دا ٿيا بخت سوايا جو ڪيتي عشق امانت.[1]

ڪيترن بيتن مان ڪي ناياب سٽون غائب آهن. جيئن:

چوڙڪي مسجد پڪڙ ڪنارا ڪر توبهہ ترڪ ثوابون،
پاڪ جايان سپ ڳول رهيس هڻ لذم دوست خرابون،
ڏوهين جهان وسر ڳيوسي پيئڻ نال شرابون،
سچل حق حاصل نہ ٿيوي، ويکڻ نال ڪتابون.

هن رسالي ۾ متين ست ڪانہ آهي چوڙڪي مسجد (الخ)

بهرحال هن رسالي ۾ جيڪي سر ڏنل آهن انهن مان ڪيترا بيت ڪٽل آهن تہ ڪئين بيت اڻ پورا، جن سڀني جو وچور هن مختصر جائزي ۾ پيش ڪري نٿو سگهجي.

ان ڪانپوءِ ماستر در محمد ۽ ٻين دوستن، داستان وڏو رسالو سچل سائينءَ جو مرتب ڪيو. پوڪر داس، ٽانور داس تاجر ڪتب آريہ اسٽيم پريس لاهور مان 1910ع ۾ ڇپيو.

هي رسالو 304 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ 727 سنڌي. سرائڪي ۽ اردو ڪافيون ۽ 5 سي حرفيون ڏنل آهن.

هن رسالي جو بنيادي ماخذ مرزا علي قلي بيگ وارو رسالو آهي مگر هن ۾ بہ سي حرفيون جيڪي سنڌيءَ ۾ آهن، اهي سچل جي ڪنهن بہ ڇپيل رسالي ۾ موجود ڪين آهن:

1- الف آءُ پيارا، جاني جيءَ جيارا، صاحب سردارا
محب موچارا، ڏانهہ ڪنهن دستور، پون پلپل پور[2]

1- آغا صوفي : سچل سرمست، پوراڻي رام اليڪٽرڪ پريس شڪارپور 1933ع.
مولوي محمد صادق: سچل جو سرائڪي ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع ص 121.
2 . ميان در محمد ۽ ٻيا شڪارپور: پوڪرداس ٽانور داس تاجر ڪتب آريہ اسٽيم پريس لاهور 1910ع ص 177.

2- الف آءُ جاني، كر احساني، محب مهرباني
گهوريان مڏيون ۽ مال، ساجن لهه كا سنيال،
جانب جيئين شال،منهنجي ناهه مجال، ورنهه ڏي وصال [1]

ان كانپوءِ "سچل سرمست" آغا غلام نبي صوفيءَ مرتب كيو ۽ رام ويرومل پوورائي رام اليكٽرڪ پرنٽنگ وركس شكارپور مان 1933ع ۾ ڇپيو.

آغا صاحب 230 صفحن تي حيات سرمست لکي آهي، جنهن ۾ سچل جي سوانح تي عالماڻي انداز ۾ روشني وڌي آهي. هن رسالي ۾ 889 بيت آهن. ڳاڻيٽي جي لحاظ كان هي رسالو سيني رسالن كان سوايو آهي مگر هن رسالي ۾ سچل جي سرائكي بيتن كي پڻ سنڌيءَ ۾ منظوم كري پيش كيو ويو آهي. جنهن كري بيتن مان اصليت ۽ شعريت ختم ٿي وئي آهي.

جيئن:

عشق جني سان غمزو لاتو، علم نہ سي پيو پڙهندا،
منجهہ كفر اسلام مذاهب عاشق مور نہ اڙندا،
ماري نعرو حق جو سچا، سوليءَ سر ڏرندا [2]

حقيقت ۾ اهو بيت سرائكي ۾ هن طرح آهي:

عشق جنهان كون غمزه لايا، اهي اور كتاب نہ پڑهسن،
وچ كفر اسلام مذاهب عاشق كڏان نہ اڙسن،
مار نغارا حق دا سچل، سوليءَ سر آ چڑهسن. [3]

---

1 . ميان در محمد ۽ ٻيا شكارپور: پوكرداس ٽانور داس تاجر كتب آريہ استيم پريس لاهور 1910ع ص 180.

2 . آغا صوفي: سچل سرمست، رام اليكٽرڪ وركس شكارپور 1933ع ص 24.

3 . مولوي محمد صادق: "سچل سرمست جو سرائكي كلام " سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1959ع، ص -222.

رسالو ميان سچل فقير جو پاڱو ٻيو - مرزا علي قلي بيگ مصطفائي پريس لاهور 1903ع، ص 66.

يا هن بيت تي غور ڪيو.

چا جو ڪعبو چا جو قبلو هي يي سڀ بهانا،
ناقص نيت ڪعبي واري مرد گهمن مئخانا،
سچل ستگر ائين آکيو حق لهن مستانا.[1]

مگر اصل بيت هن طرح آهي:

ڪيهي ڪعبي ڪيهي قبلي اي تان سڀ بهاني،
ميوين ڪيوين نيت ڪعبي دي ڪران پير مئڏا مئخاني،
سچل آپ سائيان فرمائيا، ”تيوو حق مستاني“[42]

هن رسالي ۾ پڻ سچل جا ڪيترائي مشهور ۽ مقبول بيت ڪونہ آهن، جيئن:

1- مسجد دي وچ ڪاڻ تڪر دي ڏيندي بانگ صلاتان،
منهن چي، ڏاڙهي ڏنگي، خام پڙهن خلواتان،
عام ليکي روزي رکدي، هن ڪاوڻ ديان آفاتان،
سچل راهہ نہ اها سچ دي، برهہ واليان ٻيان باتان.[3]

2- ڪي جو لکيائين، سو ملان وڃي واچيو،
هڪ ست پڙهيائين، ٻي ست سڏڪن ۾ پيو[4]

3- پرزو پڙهڻ آيو اتي، ملان مسيت منجهاءُ،
سورن سندو ساءُ، آيس سڀ ڪنهن ست مئن.[5]

4- هڪ ست پڙهيائين، تنهن ٻي واچڻ نہ تئي
ائين اقائين، تہ هيءَ جر جري نہ جهليان[6]

ايڏي محنت ۽ محبت جي باوجود بہ هيءُ رسالو آغا مرحوم کان

1 . آغا صوفي: سچل سرمست رحہ اليڪٽرڪ ورڪس شڪارپور 1933ع، ص 29.
2 . مرزا علي قلي بيگ، سچل جو رسالو ياڳو ٻيو، مصطفائي پريس لاهور 1903ع 73.
3 . مرزا علي قلي بيگ، سچل جو رسالو، ياڳو ٻيو، مصطفائي پريس لاهور، 1903ع ص 71.
4 . ايضاً ص 77. 5 . ايضاً ص 77. 6 . ايضاً ص 77.

مڪمل تي نہ سگھيو آهي.

سچل سائينءَ جي هڪ ٻئي عاشق صادق رکي ٻائي عرف نماڻو فقير سچل جوڪلام عرف عاشقي الهام، سنڌ پرنٽنگ پريس ٻڙودا پارت مان 1952ع ۾ ڇپايو.

هن من موهيندڙ ڪتاب ۾ سچل جون 700 سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، 5 سي حرفيون، 131 سنڌي بيت ۽ 53 پنجابي (سرائڪي) بيت ڏنل آهن.

هي رسالو پنهنجي مرشد سان بي پناهہ عقيدت جو هڪ لافاني مثال آهي.

هن رسالي جون ڪافيون مرزا علي قلي بيگ واري رسالي تان چونڊ ڪيون ويون آهن، البت ڪي ڪافيون اهڙيون بہ اٿس جيڪي سچل جي ڪنهن بہ ڇپيل رسالي ۾ موجود ڪين آهن. 131 سنڌي بيتن مان 21 بيت ميان صاحبڏني (سچل جي ڏاڏي جا ) آهن ۽ ٻہ بيت شاهہ لطيف جا، جيئن:

1 - ملا مريئي ماءُ، پتو ڦسيئي پيٽ ۾،
سڄاڻي الله، منهن هٽي تو ڏوڙ ۾.

2 - ڦريا پسي ڦيڻ ، ڪرين ڪير نہ چڪيو،
دنيا ڪارڻ دين وڃائي ولها تيا.

وحدت نامي جي سري سان جيڪو ڪبت جي هيئت ۾ سچل سائينءَ جو بيت آهي، ان ڪبت کي ننڍن ننڍن بيتن جي هيئت ڏئي ڏهہ بيت ان مان ڏنا ويا آهن.

باقي بيتن تي بہ ويچار ڪرڻ سان پليءَ پٽ ڄاڻ پوي ٿي تہ 34 بيت اهڙا آهن، جيڪي اصل ۾ سرائڪيءَ ۾ آهن ۽ نہ سنڌيءَ جا ۽ عجب جهڙي ڳالهہ تہ ساڳئي رسالي ۾ اهي ساڳيا بيت پنجابي (سرائڪي) بيتن واري ڀاڱي ۾ بہ موجود آهن.

بزرگ شيخ مشائخ يارو نا مخدوم ٿياسي.
نہ ڪي قاضي نڪي ملا نہ معلم پير ٻڻياسي.
نہ ڪي ٿاهہ نڳيءَ جا ٿاهي رنگ رساءَ رڪياسي،
سچل ٻاجهون عشق الله جي، ڪوئي هنر نہ سکياسي.[1]

وري اهو ساڳيو بيت پنجابي ڏوهيڙن ۾ پڻ هن ريت آهي:

بـرزگ شـيـخ مشـائـخ يـارو نـا مـخـدوم ٿـيـاسـي،
نا قاضي نـا مـعـلـم مـلا. نـا ڪـوئـي پـيـر ٻـڻـيـاسـي،
بازي جوڙ نـہ عـالـم ڪـيـتـي رنـگ رسـاءُ رڪـيـوسـي،
سچو درد عشق دي ٻاجهون. نا ڪوئي هنر سکيوسي.[2]

بهرحال هن رسالي جي سنڌي توڙي سرائڪي ڀاڱي ۾ ساڳيا بيت آهن، تنهن هوندي بہ هي رسالو عقيدت جو املهہ تحفو آهي. سنڌ جي مشهور شاعر رشيد احمد لاشاريءَ سچل جو رسالو مرتب ڪيو، جيڪو آر- ايچ احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد اسٽينڊرڊ پريس مان 1958ع ۾ ڇپايو. هن رسالي کي ڪنهن ضرورت تحت ڇپايو ويو هو. تنهن ڪري تحقيقي ڪم ٿيندڙ نالي ماتر بہ نظر نہ ٿو اچي. هن رسالي ۾ 308 صفحن تي سنڌي ڪلام ۽ 108 صفحن تي سرائڪي ڪلام ڏنو ويو آهي. هن رسالي جو بنيادي ماخذ مرزا علي قلي بيگ وارو رسالو آهي. جنهن مان اهو ڪلام ڏنو ويو آهي، حالانڪ مرتب ڪان ڪيترو ئي بهترين، مشهور ۽ مقبول مواد رهجي ويو آهي. جيئن:

1 - ڪلمي مون کي ڪين ڪيو مورئون مسلمان،
نڪي احمد موڪليو عرب ڪان ايمان،
سچل سر سبحان، عالم ليکي آدمي.[3]

---

1. نماڻو فقير: سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام بڙودا 1952ع ص- 427.
2. ايضاً،ص- 454.
3. آغا صوفي: سچل سرمست، رام اليڪٽرڪ ورڪس، شڪارپور ص- 3.

2- ماڻ ڪيان نہ مشرڪ ٿيان، ڪڇان تان ڪافر،
انهيءَ وائيءَ ور، ڪو سمجهي سچيڏنو چوي.[1]

سرائڪي بيت تہ هن رسالي ۾ مورڳو ڏنا ئي ڪونہ ويا آهن.

ان ڪانپوءِ ساڳي سال ۾ رسالو سچل سرمست (سنڌي) عثمان علي انصاريءَ مرتب ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ. سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد مان 1958ع ۾ ڇپايو.

انصاري صاحب سچل جو ڪافين تي مشتمل جيڪو مواد ڏنو آهي ايترو ۽ اجا بہ زياده مواد ڪانئس رهجي ويل ٿو پائنجي ۽ خاص ڪري سچل جا اهي رندانہ ۽ سرمستان ٻول جيڪي فقير وجدائي ڪيفيت ۾ ڳائيندا آهن، اهو ڪلام هن رسالي ۾ شامل ڪيو ڪونہ ويو آهي. بيتن سان پڻ ساڳي ويڌن اختيار ڪئي وئي آهي. اوهان ڪي سچل جا هي مشهور بيت هن رسالي ۾ هرگز نہ ليندا:

1. مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
شيخيءَ پيريءَ بزرگيءَ بيحد ڀلايا،
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا،
اوڏا ڪين آيا عقل وارا عشق کي.

2. محبت جي مهراڻ مان، جي ملان! چاش چکين
تہ ڪنز قدوري قافيہ پڙهين ڪين لڪين،
رحل سڀ رکين، ملان! مسجد ڪنڊ ۾.

3. وقت اهو ٿي ويل، دوئيءَ دور ڪرڻ جو،
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل،
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل،
متان ٿئي اويل، اولهہ سج نہ الهي.

مطلب تہ هن رسالي جي پڙهڻ سان پتو پوي ٿو تہ هن ڪتاب ۾

1. آغا صوفي: سچل سرمست، رام اليڪٽرڪ ورڪس، شڪارپور ص-4.

ڪيتروئي بهترين مواد عدم موجود آهي. انهيءَ رسالي ڪانپوءِ مولانا محمد صادق راڻيپوري سچل جو سرائڪي ڪلام سهيڙيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ 1959ع ۾ ڇپايو. هن رسالي ڪي معياري ۽ مڪمل بنائڻ ڪان مولانا صاحب وسان ڪين گهٽايو آهي، تنهن هوندي به ڪيس ڪيتروئي ڪلام هٿ اچي نه سگهيو آهي.

جيئن:

1. ايمان سلامت هر ڪوئي منگي مئن عشق سلامت منگي،
منگن ايمان لڄاون عشق نون دل حيرت وچ ونگي،
سچل عشق واليان دا نوڪر ڪيا جو شرابي پنگي.

2. عشق ديان باتيان سڻو مئن آکان ساري لوڪ سڻائين،
عشق دا ماريا ڪوئي نه ڇٽي ڳالهه اها چت لائين،
عاشق نام جنهين دا سچو پير تنهن پنوائين.

ڪيترن بيتن مان وري ڪي سٽون ڪٽل آهن. جيئن:

منهن محبوب دا سارا مصحف، زيرين زبرين نالي،
عشق واليان آيتان دي وچ پيش تي شد برحالي،
جزمان نقطي صحيح سڃاڻين، قاري ڪوئي سنيالي،
بسم الله نال لکيان سڀ سوران پڙهن ورهي والي،
مسجد ۽ محراب اتاهين سچو ڄاڻ رهي متوالي.[1]

ليڪ ڏنل سٽ مولوي صاحب جي رسالي ۾ ڪانه آهي.

جڏان تير لڳس تڏاهان توبهه توبهه پڙهسي،
دست سباڏي هن خوني خنجر يا بچسي يا مرسي،
سچو حاضر هون اڳاهون هرگز نا او مڙسي.

هن بيت مان پهريون ٽئي سٽون ڪٽل آهن جيڪي هي آهن:

1. مرزا علي قلي بيگ: رسالو سچل فقير جو، مصطفائي پريس لاهور 1903ع، ص-58.

يار آکيا وت عاشق کون جو نال اساڏي اڙسي،
فوج حسن دي سراهين دي چپ چپاتي چڙهسي،
تاب نہ جهلي کتک اهين دا پڇسي يا ڳڙسي.[1]

بهرحال هيءُ رسالو بہ عالمن کان تحقيق جي طلب تو کري.



1. مرزا علي قلي بيگ: رسالو سچل فقير جو، مصطفائي پريس لاهور 1903ع، ص- 68.

# سچل جي ڏاهپ

هيل تائين سنڌ جي صوفي شاعرن بابت ٻڌايو ويو آهي ته اهي ان وقت جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن کان بي خبر ۽ ان وقت سندن چوڌاري جيڪو وهيو واپريو پئي، تنهن کان لاتعلق پنهنجي ڌن ۾ پورا هئا. جيڪي ڪلام چيو اٿائون، اهو ڪائنئن استغراقي حالت ۾ چئجي ويو آهي.

اچو ته انهن سيني حقيقتن تي ٿڌي سيني ۽ سنجيدگيءَ سان ويچار ڪري، معلوم ڪريون ته سنڌ جو سدا حيات شاعر سچل سرمست ڪيتري قدر ان وقت جي ماحول ۽ حالتن کان واقف ۽ باخبر هيو. حضرت سچل سائينءَ جي شاعري پڙهي پليءَ پٽ معلوم ٿئي ٿو ته هو نهايت ڏاهو ۽ دورانديش هيو.

سچي سائينءَ جو جنم 1152 هجري ۽ وفات 90 سالن جي عمر 1242 هجريءَ ۾ ٿي. سندن ڏاڏي ميان محمد حافظ عرف صاحبڏني جنهن هن درگاه جو بنياد وڌو، تنهن 1192ھ ۾ وفات ڪئي. جڏهن سچل سائين جي عمر 40 ورهيه هئي. ميان صاحبڏني ڪانپوءِ سندس مرشد عبيدالله جيلاني جي فرمان مطابق ميان صاحبڏني جو ننڍو پٽ عبدالحق (سچل جو مرشد، چاچو ۽ سهرو ) گاديءَ تي ويٺو. ميان عبدالحق ڪانپوءِ سندس پٽ سخي قبول محمد (سچل جو سؤٽ) گاديءَ تي ويٺو، جنهن سچل سائينءَ جي وفات (1242ھ) کان ٽي سال پوءِ 1245هجري ۾ وفات ڪئي. ان مان معلوم ٿيو ته سچل سائين ٽن گادي

ڏٺين جو دور نہ رڳو اڪئين ڏٺو پر انهن جو خليفو ٿي رهيو. شاه عبيدالله، ميان صاحبڏنيي ڪي موڪلائڻ وقت تاڪيد ڪيو تہ درگاه جو سجاده نشين لوڙهي ۾ رهي ۽ خاندان جو هر فرد گاديءَ ڏٽيءَ جي بيعت ڪري.

جيئن تہ گادي نشين لوڙهي اندر رهندا هئا. تنهن ڪري انهن جو ٻاهريون ڪم ڪار سنڀالڻ سچل جي ٻلي هيو.

مير صاحبن ڪان درگاه لاءِ جاگيرون مليل هيون. انهن جي سنڀال، درگاه جي ننگر جو انتظام سچل سنڀاليندو هيو. مرشدن پاران ٻين درگاهن جي ڏٽين ڏانهن شاعري توڙي غميءَ جي موقعن تي سچل پاڻ ويندو هيو. راڻيپور، گمبٽ، پير ڳوٺ، کهڙا توڙي جهوڪ شريف جي گادي ڏٽين سان سندس سٺا لاڳاپا هئا.

## سچل ۽ کهڙن جي مخدومن جا لاڳاپا

”تذڪره مخاديم کهڙا“ جي روايت آهي تہ هڪ ڀيري مخدوم محمد عاقل اول ۽ سندس ڀاءُ مخدوم محمد جو ٻنين تان تڪرار ٿي پيو. مخدوم محمد، مير سهراب خان وٽ پڪاريو، مگر ڪوبہ ڪڙتيل نہ نڪتو پڇاڙيءَ ۾ سخي قبول محمد ۽ سچل وٽ دانهين ٿي ويو. سچل سائين، محمد عاقل وٽ سفارشي ٿي ويو تہ مخدوم صاحب پنهنجي مهر ڪٽي سچل جي حوالي ڪئي، جنهن فيصلو ڪري ٻنهي ڀائرن کي کير کنڊ بنائي ڇڏيو.

هيءَ پڻ ”تذڪره مخاديم کهڙا“ جي روايت آهي تہ ڪو مخدوم بزرگ فوت ٿي ويو ۽ سچل سائين عذر خواهيءَ لاءِ ويو. ميت دفنائڻ وقت سچل سائين قبر تي موجود هيو ۽ سچل جنهن طرف ڪان بيٺل هيو تہ ميت منهن ڦيرائي ٻئي پاسي ڪيو. ان روايت مان جيڪڏهن ”ميت جي منهن ڦيرائڻ“ تي اعتبار نہ بہ ڪجي تڏهن بہ ٻنهي درگاهن جي ميل ميلاپ جي خبر پوي ٿي.

## سچل جا ميرن سان لاڳاپا

هيءَ هڪ مڃيل حقيقت آهي ته مير صاحبن جا پيوند درگاه درازا سان ايتريقدر پختا هيا، جو مير صاحبن درگاه لاءِ ديهه دراز جاگير به ڏني، رهڻ لاءِ هڪ بنگلو به ٺهرائي ڏنو ۽ درگاه جو قبو به مير رستم خان تعمير ڪرايو هو.

حيدرآباد جي هڪ هندوءَ، مير سهراب خان وٽ اچي نوڪري ڪئي، جنهن ڪي هن پنهنجو مختيار ڪار ڪيو هو، جنهن سرڪاري پئسا غبن ڪيا ۽ سرڪار ڪيس قيد ۾ وڌو. ان حيدرآبادي عامل جا مائٽ ميان فضل الله جهوڪ واري وٽ ويا ۽ قيد ٿيل هندوءَ جي لاءِ سفارش گهريائون، جنهن خواجه عبدالحق ڏانهن هڪ خط ۾ لکيو ته ”اسانجو هڪ بازو ايڏانهن ميرن وٽ جهلجي پيو آهي، اهو ڇڏائي ڏيندا.“

خواجه عبدالحق، سچل سائينءَ کي حڪم ڪيو ته ”انهيءَ هندوءَ جي ٻانهن ميرن کان ڇڏائي اچو.“ ان روايت سان به حقيقتون معلوم ٿيون، هڪ ته سچل جا ميرن سان بهتر تعلقات هيا ۽ سچي سنڌ ۾ سچل ۽ ميرن جا لاڳاپا مشهور هيا ٻيو ته درگاه جهوڪ شريف ۽ درگاه درازا جا تعلقات به سٺا هيا.

## سچل جي حسن پرستي

سڀ شاعر انسان هوندا آهن، مگر سڀ انسان شاعر نه ٿيندا آهن. اهڙي طرح سڀ حسن پرست شاعر نه ٿيندا آهن ۽ سڀ شاعر حسن پرست ضرورت هوندا آهن. سچل انسان هيو، سچل شاعر هيو، سچل جي سيني ۾ دل هئي. سچل جي شاعريءَ ڪي پڙهڻ ڪانپوءِ اقرار ڪرڻو پوندو ته مٿس مجازي عشق جو اثر هو. ڪو پرين هيس جنهن جي نظر جو تير سندس سيني ۾ ڪتل هيو. ان ڪانسواءِ اهڙيون روايتون به ملن ٿيون ته سچل جي راڳ، ناچ ۽ حسن پرستيءَ سان گهري دلچسپي هئي.

هڪ ڀيري ڪيس رت جا اسهال ٿي پيا ۽ ان وقت قبول محمد

اول گاديءَ تي هو، جنهن مير رستم خان کي لکيو تہ” کي راڳيندڙ ناچڻيون موڪلي ڏيو.“ ناچڻيون آيون، هار سينگار ڪري سچل وٽ پهتيون، انهن کي ڏسي اهڙو خوش ٿيو، جو ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ راڳ تي نچڻ ٽپڻ لڳو. هوئنئن بہ پرين جي پهچڻ سان اگها بہ سگها ٿيو وجن. وري هڪ ٻي روايت بہ ٻڌڻ وٽان آهي تہ جيوائي نالي ڳائڻي لاڙڪاڻي طرف جي وينئل هئي، جنهن ٻڌو تہ سچل بيمار آهي، سو ڪيس پڇي بہ اچان ۽ مجرو بہ ٻڌايانس. هوءَ هار سينگار ڪري درازن ۾ آئي ۽ فقيرن ٻڌايس تہ سچل بيمار آهي ۽ بنگلي ۾ سمهيو پيو آهي، پوءِ اها ڳائڻي متي بنگلي تي ويئي ۽ سچل کيس ڏسي چيو تہ” بسم الله اسانجا طبيب، اسانجا حڪيم آيا ۽ هڪدم ٽپ ڏيئي اٿي ڪڙو ٿيو.“

## سچل جي وطن دوستي

وطن جنهن ۾ انسان ڄائو نپنو، وڏي وڏو ٿيو: ڇڳي ۽ تڳي ٿو، جنهن ۾ سندس ستن پيڙهين جون هڏڙيون دفن ٿيل آهن. اُن سان محبت جو هڪ فطري جذبو آهي. اُهو ڪهڙو اڻاسي ۽ اياڳو هوندو، جنهن کي پنهنجي ديس سان دلي لڳاءُ نہ هجي. اسان جا صوفي شاعر وطن پرستي ۽ انسان دوستيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. هو جڏهن قومي جذبو مائو ۽ قومي ايڪي ۽ اتحاد جي اٽاٽ ڏسندا هئا تہ وڏي واڪي چوندا هئا تہ:

گهوريو سو پر ڏيهہ، توڙي قلن ڇانئيو

يا

پرت ڇڏي پرڏيهہ جي، ساٿيهہ ڪج سنيال،
لکن سند ئي لعل، مچڻ مفت وڃائين.

اهڙي طرح سچو سائين بہ وطن جي محبت جي جذبي سان سرشار هيو ۽ وڏي واڪي چئي ڏنائين تہ :

ديس سچل دا درس درازين نا مڪہ نا ملتان.

ٻني ۽ ونيءَ تي سر ڏيڻ سنڌي قوم جو قومي ۽ اخلاقي فرض ڄاتو ۽ سڃاتو ويندو آهي. ڄُوءِ ۽ ڄوءِ ڇڏڻ مرد جي مرڪ نہ آهي. اهڙي تند سچل هن طرح ٿو تنواري:

هڪ ڄُوءِ ٻـي ڄـوءِ مـرد نـہ ڇـڏن مـيـنـڌرا،
تو پڻ پرين پوءِ ڪوهہ لڄايو ڪاڪ کي.



هـڪ ڄُـوءِ ٻـي ڄـوءِ ڇـڏن ڪـيـن جـوان،
اُهي پيي انسان، جيڪي ننگن تان نثار ٿيا.

## سچل جي دور انديشي

سچل جي دور ۾ فرنگي هندستان ۾ مغل سلطنت کي آهستي آهستي هڙپ ڪندا ٿي ويا تہ ٻئي پاسي ٺٽي ۾ واپاري ڪوٺي ڪولڻ سان سنڌ ۾ پنهنجا پير ڄمائي چڪا هئا ۽ سندن ٻيڙيون سنڌو نديءَ ۾ ٿلڪنديون نظر اينديون هيون. سچل نہ ٿي گهريو ۽ هونءَ بہ ڪو محب وطن نہ چاهيندو آهي تہ ڪا ڌاري قوم سندس قوم کي دغا ۽ دولاب سان غلام بڻائي، اهڙو ڏس اڳ لطيف بہ ڏئي چڪو هيو :

ٻيڙي منجهہ درياءَ، ڪي ٻـڏي ڪـي اُپـڙي،
معلم ماڳ نہ اڳئين، فلنگي منجـهہ قـريـا،
ملاح تنهنجي مڪڙيءَ ۾ اڇي چـور چـڙهـيـا،
جتي ڍينگ ڍريا، تـتـي تـاري تـنـهـنـجـي.

وري ساڳيو سڏ سچل سائينءَ هينءَ ورجايو :

مـڪڙي ڏنم موج ۾ تنـهـن ۾ مـيـر مـلاح،
مڇيـون مـارن اوچـتـي بـانـڪـا بـيـپـرواهہ،
هند سنڌ تي فلڪ نہ آڻن شوريا وتن شـاهہ،
هر بحر جا حاڪم ڄاڻي مارن ملڪ سپاهہ،

واڻيا رکن تن متان ويچارا ويساهه،
آسرا اڙين جا آهن منجهه الله،
ڏئي پاند پناه رکي وٺندا راج کي.

سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ ڪيترائي واضح اشارا ڏنل آهن، جن ۾ قوم کي ڪليل لفظن ۾ خطرن کان آگاهه ڪيو ويو آهي. سچي سائينءَ جي دؤر ۾ ڪهڙن جي مخدومن جو زور هيو، هو توري گهٽي ڳالهه تي هندن کي زوريءَ مسلمان ڪندا هئا. مخدومن جي فتوا حاڪمن وٽ حرف آخر جي حيثيت رکندي هئي. سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن ۾ مذهبي چڪتاڻ اوج تي هئي، تنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرڻو هيو، ته هندو ۽ مسلمان وڙهي قومي طور انتشار جو شڪار ٿي ويندا. جنهن جو فائدو انگريز سامراج کي پوڻ جو سچل سائينءَ کي اُلڪو هيو ۽ هن هندو توڙي مسلمانن کي ڪليل لفظن ۾ پڪاري چيو:

وقت اهو ٿي ويل دوئي دور ڪرڻ جو،
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل،
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل،
متان ٿئي آويل، پوءِ اولهه سج نه اُلهي.

۽ جيڪڏهن اهو سڏ رائگان ويو ته اُن جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو، اهو لازمي طور تي انگريزن جي فائدي ۾ هوندو ۽ سچل ٻڌايو ته:

اولهه سج نه اُلهي، متان ٿئي اوير،
ميڙي ويندئي مغربي، تاريڪيءَ ۾ تير،
ڇڏي ويندئي ڇپرين، ڏونڏين سندا ڏير،
مرد ڏين تا مام ۾، مانجهي ڪي متير،
وجهه اٿي تون پاڻ ۾، هيڪڙائيءَ جي هير،
ناسودي ناخير، پٽ سڀ نابود ڪر.

سچل جو پيغام هيو ته سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن کي ان

وقت ٻٽ ٿي، سنڌ دشمن مغربي سامراج جو مقابلو ڪرڻ گهرجي، مگر افسوس جو سچي سائينءَ جي وقتائتي سڏ کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪيو ويو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ ۾ نائون مل پيدا ٿي پيو، جنهن انگريزن جو ساٿ ڏئي، سنڌ جي قومي آزادي کي ختم ڪرايو.

جيئن ته مان هاٽي ٻڌائي چڪو آهيان ته درگاه درازا جا جهوڪ (ميرانپور) جي درگاه سان سٺا ناتا هيا. جهوڪ جيڪا سنڌ جي تاريخ جو محور آهي. هتان ئي وحدت الوجود جو سج اڀريو، هتان ئي مذهبي ڪٽر پڻي ۽ انتها پسنديءَ خلاف جهنڊو بلند ڪيو ويو. جهوڪ، جنهن لاءِ لطيف چيو:

جهڃان پسيو جهوڪ، آيل سگهارن جي،

جهوڪ، جنهن لاءِ سائين رڪيل شاه فتح پور (بلوچستان) واري چيو :

قلڙيون فتح پور تي، ميرانپور تي مينهن،
جڏهن نئون لڳو نيهن، تڏهن جانب مليو جهوڪ ۾.

جهوڪ جي درگاه جو باني شاه عنايت سنڌ جي بيڪسي ۽ بيوسيءَ جو مثال آهي. شاه عنايت جيڪو سنڌ جي ڏتڙيل ۽ مظلوم قوتن کي هڪ لڙهيءَ ۾ پوئڻ تي چاهيو. سنڌ ان وقت دهليءَ جي مغل سلطنت سان لاڳاپيل هئي. شاهه عنايت کي شهيد ڪيو ويو. شاه عنايت کان اڳ سنڌ جو هڪ عالم دين تفسير ۽ حديث جو ماهر مخدوم بلاول شاهه بيگ ارغون جي حڪم سان گهاڻي ۾ پيڙجي چڪو هيو. افسوس! جو مخدوم صاحب جهڙي خدا رسيده بزرگ لاءِ قرآن شريف کي حربي طور استعمال ڪرڻ کان به نه مڙيا.

سرمد، مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت هڪ ئي سلسلي جون ڪڙيون آهن. سنڌ جي شاعرن ۾ سچل پهريون شاعر آهي، جنهن نالو وٺي مخدوم بلاول، سرمد شهيد ۽ شاه عنايت جو ذڪر ڪيو ۽ اها

روايت اجا تائين صوفي شاعرن وٽ قائم آهي. سچل چيو:

گهاٽي ۾ بلاول پيڙايئي، عنايت منجهه ميدان مارايئي،
سرمد کي ڏيئي لت کهايئي، عاشق تو آزمائين تون.

اڄ جي دور ۾ جڏهن انسان پنهنجا قدم چنڊ تي رکي چڪو آهي، تڏهن به سنڌ جو ماڻهو اجاين وهمن ۽ وسوسن ۾ ڦاٿل آهي ته اڄ کان اڍائي سئو سال اڳ سنڌي ماڻهوءَ جي ذهني پهچ ڪيتري هوندي. جنهن قوم جو ماڻهو ڪري ۽ ڪوڙي جي پرک لهڻ نه سکيو آهي ته ان قوم جا چالاڪ ۽ مفاد پرست ماڻهو اندر ۾ ڪارو ڪانءُ ويهاري ٻاهر ڀولي هنج جي ڀولي ابوجهه انسانن کي ڦريندا آهن.

سچل سائين وهمن وسوسن توڙي ظاهر داريءَ جي باري ۾ چيو آهي:

نه! وٽ شيخ مشائخ يارو، نه مخدوم ٿيوسي،
نه ڪي قاضي نه ڪي ملان نه معلم پير بڻيوسي،
نه ڪي ٺاه ٺڳيءَ جا ٺاهي، رنگ رساءُ رکيوسي،
سچل ٻاجهون عشق جي، ڪوئي نه هنر سکيو سي.

<<<<●>>>>

خلق جماعت مل ڪراهڻ، آپ ڪون پير سڏيندي،
دست جهپال مصلي ڪلهي ڪورا ڪوڙ بڻيندي،
درد بنان دلبر دي او سب بيجا ڪم ڪميندي،
"سچل" دا اهو سخن سچا، ڪستوري آپ اُڏيندي.

<<<<●>>>>

مڪر بازي وچ ڦڪل گهڙيندي، طرحون طرح ڪريندي،
نوعان نوع عالم دي اڳون، لاف گراف مريندي،
"اسان اينوين تي اسان اينوين" سي ڪوڙي ماڻ ڀريندي،
ڪوڙي ڪوڙ والي تا "سچل" ڀيني ٻات ڏريندي.

شيخي تي مخدومي ڏونهين، اي تہ ساري ٺڳي،
اها جماعت جوڙ والي، سا ويک بره ڪنون پڳي،
آءُ اچانڪ نال محبوبان دي، لنئون جنهان دي لڳي،
سچل پڇي پير نہ رکدي، پرت تنهان دي تڳي.

اج جي ائتمي دور ۾ بہ سنڌ جو عام ماڻهو ڪاني ڪرامت ۾ ويساه رکي ٿو. سنڌ ۾ ڪيئي ڪاني ڪرامت جا صاحب ليکيا وڃن ٿا. مگر سچل تڏهن بہ چيو هيو:

سر اهو سارو سڃاڻج، ڏي ڪن نہ ڪرامات ڪي.

دل سان ذرو درد قبوليم، ڪشف قبور ڪرامت ڪين،
ڪري ڏيکارين ڪيترو عالم ڪي بہ عجب تہ بہ ڇا ٿيو.
دائرا دعوتن جا قرين، ڪرين تسخيرات طلب تہ بہ ڇا ٿيو،
ڪاڻ تماشي ڪيترا پچن پار عرب تہ بہ ڇا ٿيو.

سچل پنهنجي فارسي غزل ۾ چيو:

من مست خرابات، شدم مست خرابات،
نہ طالب وظائف، نہ ڪشف ڪرامات.



سچل سر آپڻا ڇاڻي، پهچاڻي آپڻي صورت،
نہ تون ڪيا هنئي، تي ڪيا ٿيسي، دگر ڪرامات ڪيا ڪيتا.



## مدد ڪتاب

1. مرزا علي قلي بيگ، سچل سائين جو رسالو، سال 1902ع .
2. آغا صوفي، سچل سرمست، 1923ع.
3. نماڻو فقير، سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام، 1952ع.
4. رشيد احمد لاشاري، سچل جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام، 1958ع.
5. عثمان علي انصاري، سچل جو رسالو، 1958ع.
6. مولوي محمد صادق، سچل جو سرائڪي ڪلام، 1959ع.
7. سچل سرمست، نئين زندگي پاڪستان پبليڪيشن، 1964ع.
8. سچل سرمست، اطلاعات کاتو، سيپٽمبر 1974ع.
9. ماهوار پيغام، رسالو اطلاعات کاتو، 1979ع مهينو آگسٽ.
10. شاهه جي رسالي جو مطالعو، دين محمد وفائي، 1962ع.
11. تحفته الڪرام، مترجم مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع.
12. جنت سنڌ ليکڪ مولائي شيدائي، سنڌي ادبي بورڊ 1958ع.
13. تاريخ ڪلهوڙا جلد پهريون، مترجم سنڌي ادبي بورڊ.
14. قاضي علي اڪبر درازي، دولهه درازي، 1980ع.

# ڪو حق چوي ڪوئي نا حق چوي

اسان جي سدا حيات صوفي سنتن ۽ شاعرن سان وڏي ۾ وڏو الميو اهو آهي جو هر ڪو پارکو سندن ڪوتا کي پنهنجي ذاتي نظرين ۽ سوچ جي پسمنظر ۾ پرکي ۽ پروڙي ٿو. شاعرن جي سوانح توڙي شاعريءَ کي ان وقت جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي پسمنظر ۾ چنبڇاڻ ڪرڻ جي خير ڪا ڪوشش ڪئي وئي آهي.

اسان جي شارحن ۽ مرتبن ور ور ڪري اهو ساڳيو پراڻو رينگي جو رڪارڊ پئي وڄايو آهي ته "هي شاعر ڪاني ڪرامت جا صاحب، شرع جا پابند ۽ پنهنجي وقت جا وڏا بزرگ هئا"

جيتوڻيڪ انهن سنتن پنهنجي پيغام (جيڪو شاعريءَ ۾ ڏنل آهي) ۾ انهن سيني مروج نظرين خلاف وڏي واڪ نهايت بي ڊپائيءَ سان پيڙ تي ڏونڪو هڻي بغاوت ڪئي آهي.

"دل سان ذرو درد قبوليم ڪشف قبور ڪرامت ڪين"

"سر پنهنجو سارو سڄاڻج، ڏي ڪن نه ڪرامت ڪي"

"من مست خرابات، شدم مست خرابات
نه طالب وظائف نه ڪشف ڪرامات"

"بزرگ شيخ مشائخ بزرگيءَ بيحد پلايا"

"بزرگيءَ ڪان پڇي بيدل رنديءَ جا رنگ رچاياسي"
"عشق شرع ڪيا لڳي"

”عشق ڪيا ڄاڻي شرع دي نال“

اها تند اسانجي هر صوفي شاعر تنواري آهي. هاڻي ٿڌي سيني سان غور ڪرڻ گهرجي ته ٿتي ۾ ڪهڙن جا مخدوم نهايت متشرع عالم باعمل هئا پوءِ انهن ڪي اسان جي عوام ايتري جيءَ ۾ جاءِ نه ڏني، جيتري هنن فقيرن ۽ شاعرن ڪي ڏني.

اسان جي صوفي شاعرن جي مڃتا جو ڪارڻ سندن شاعري به ڪونه آهي، ڇاڪاڻ ته شاعري مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ به ڪئي ”بناءُ السلام“ جهڙو ڪتاب اسلامي عقيدن کي سمجهائڻ لاءِ نهايت تفصيل سان شاعريءَ ۾ لکيو. مگر مخدوم صاحب جي شاعريءَ کي اهو معراج هرگز نصيب نه ٿيو، جيڪو اسان جي صوفي شاعرن ماڻيو. دنيا جي جنهن به خطي ۾ جيڪڏهن ڪو سنڌي ڪٽنب آباد آهي ته اتي اسان جي درويشن جو نام، رام جي نام وانگر ڇيو وڃي ٿو.

اسان جي مهاپرشن ۽ امرلوڪ درويشن جي مڃتا جو اصل ۾ ڇٽو سبب سندن پيغام آهي. اهو پيغام اسان جي دردن جو دارون آهي، جنهن ۾ انسان دوستي، خدا شناسي، پاڻ سڃاڻڻ، محبت ۽ مروت جو سنديش آهي. اهو پيغام اسان جو سنڌي عوام وڏي عقيدت ۽ احترام سان هيئن سان هنڊائي پنهنجي من مان مذهبي ڪٽرپڻي جو مير ڪڍي ٿو.

هينئر مان سچل جي شاعريءَ جي حوالي سان عرض ڪندس ته الله سان سندن عشق ڪيترو به هجي مگر سندن مجازي محبوب به ضرور آهي. سندن سوانح توڙي شاعريءَ ۾ چٽا ثبوت آهن.

پنهنجي مجازي محبوب جي سوڀيا جي ساراهه جا ڏڪ هيئن ٿو پڙي.

”شمع ڪنون رخ روشن طرحون تجلا،
ويکڻ نال وساريا زاهد تسبيح مسيت مصلا،
ويک حسن حيران ٿئي ڪيا قاضي ڪيا ملا.“

مٿئين بيت جي پسمنظر ۾ جيڪڏهن سچل جو محبوب "خدا" يا ٻي ڪا مذهبي هستي هجي ها ته سچل ڪي تسبيح مصلا ۽ مسيت وسارڻو ڪونه پوي ها. پر هت ته اُهو محبوب آهي، جنهن جي پسڻ سان تسبيح ۽ مسيت مصلي ڪي به خيرآباد چوڻو پوي ٿو.

شاهه لطيف به چوي ٿو:

"اير چنڊ پس پرين تو اوڏا مون ڏور"

شاهه جو پرين پري آهي ۽ پرينءَ کي چنڊ ويجهو آهي. تنهنڪري شاهه چنڊ کي قاصد ٿو ڪري، جيڪڏهن شاهه جي محبوب مان مراد"خدا" يا "رسول ڪريم" هجي ها ته شاهه انهن کان پاڻ کي پري محسوس نه ڪري ها.

ڇاڪاڻ ته "ونحن اقرب اليه من حبل الوريد" (خدا اسان جي رڳ کان به ويجهو آهي)

النبي اوليٰ باالمومنين (نبي ڪريم صلم مومنن کي ويجهو آهي) هت ته اُهو پرين آهي، جيڪو پري اکين کان اوجهل آهي. جنهن جي ڏسڻ لاءِ اکڙيون آتيون ۽ دل بيقرار آهي.

هاڻي مجازي عشق جي جواز ۾ شاعريءَ مان حوالا پيش ڪجن ٿا.

"لوڪ ڪنون لڄ مول نه آوي عشق گهميان گهتيان"
"طعني تنڪي زينت انهان دي مول نه تيون ڪتيان"

"ڪم نه عاشق سو ڪرين، جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي، (1)
ڪڻ ملامت سر مٿي، مر ڏيهه پيو طعنا ڏئي"

"جا نالو گنهندي نينهن جو تنهن، کي ايندي شهر نيڪالي"

"برهه جا بر بدناميون ، چمي چشمن تي چايا سي"

---

1۔ در کوئے نیکنامی مارا گذر نہ دارند۔ حافظ شیرازی

”بيدل“ چوڙ بزرگي سجي، پڇون يار سڄڻ دي وڃين ،
بند حياءُ شرم دي پڇي، ويکين نين نظار“
(بيدل)

عشق وڃايو حجاب، ڦٽ ڦڪڙي ڏاج منهنجو،
باري بار برهه جو آليم، چمي ملامت سر تي چايم،

ٻڌل جيڪي محبت مُنيون، سيئي سهنديون جهيڙا جتيون
آيو نينهن نواب، طعنا تهمت لاڳ منهنجو،

لوڪ ڪان لڄ نہ اچڻ، عشق ۾ گهتيون گهمڻ، تعريف جهڙو ڪم نہ ٿيڻ، ڏيهه جي ملامت ۽ طعنا سهڻ، بزرگي ڇڏي حياءُ شرم جا بند پڇي يار جي پويان وڃڻ، نينهن جي نالي وٺڻ ڪري شهر نيڪالي اچڻ، ڦٽ ڦڪڙي سهڻ، چمي ملامت سر تي کڻڻ، جهيڙا جتيون پلوَ ۾ پائڻ، اهي سڀ مجازي محبت جا مامرا ۽ مرحلا آهن، جن جو ذڪر اسان جي شاعرن ڪيو آهي.

هت بہ ڳالهيون ڪرڻ نهايت وقتائتيون آهن، جن جو فڪر اسان جا برک ڏاها ۽ عقل جا اڪابر ڏاڍي ادمبر ۽ پذيرائيءَ سان ڪندا آهن تہ صوفي شاعريءَ ۾ رڳو هيناهين هلڻ، منهن مونن ۾ پائي غربت سان گذارڻ، سڀ ڪجهہ صبر سان سهڻ، رواداري هو چون توکي نہ چوڻ ، لڪئي مان لڪ نہ لهڻ (تقدير) جون ڳالهيون آهن. بيشڪ اهي ڳالهيون سنڌي شاعريءَ ۾ آهن پر هرو ڀرو سنڌي شاعريءَ جو تاجي پيٽو اهو ڪونہ آهي. اهي اصطلاح ۽ ورجيسون ڏاڍ ۽ ڏمر واري سماج ۾ هونديون آهن پر اُن وقت جا ڏاها ٻاٽ ۾ لاٽ ٻاري قوم جي رهنمائي ڪندا رهيا آهن.

هيٺ هي ستون اسانجي سنڌي شاعرن جي شعور جي ساک ڀرن ٿيون :

”اڳيان تڪر تر، متان روهہ رتيون ٿئين“
”واهڙ پريون نہ پاءِ، تو پرڻ ليکو ڏيٺو“

”جا تو پائين اچ، تنهن پاڻيءَ پنا ڏينهڙا“
”سنها پانءِ نہ سپ، وياءَ واسينگن جا“
”متان تيغ ترار، مار تہ متارو تئين“
(شاهہ)

”اُهي بہ انسان جيڪي ننگن تان نثار ٿيا“
”هڪ جُوءِ ٻي جوءِ مڙس نہ ڇڏن مينذار“
”مذهب ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا“
”مذهب مور نہ ميان آءُ مشرب منجهہ مدام“
”ڪيئي ڪعبي ڪيهي قبلي ايتان سپ بهاني“
(سچل)

”سو سيون ڏيئي وک ونجي هيڪڙي“
”ڪرڙي ڪائي رت پيت نہ وجهي وات ۾“
”ڪرڙي ڪائي ماهہ پيئي رت پياليون“
”سوپون سر گهرن سرريءَ سوپ نہ سپجي“
”ڪانئرالڪو ڪنڌ، سورهہ سوئو سوپ جو“
(خليفو نبي بخش قاسم)

هي چند حوالا مون مثال طور ڏنا ورنہ اسان جي سموري صوفي شاعريءَ تي انهيءَ فڪرجي گهري ڇاپ آهي، ٻي ڳالهہ جيڪا ڏاڍي طمطراق سان اسان کي ذهن نشين ڪرائي ويندي آهي، اها آهي پڪين ڪان پريت سکڻ (جيتوڻيڪ پکين ۾ پريت ٿيندي ئي ڪانہ آهي) اسين طبقاتي سماج ۾ رهون ٿا ۽ اهو سماج، آڳرين تي ڳڻڻ جيترن قوم ۽ سرمائيدارن جو پيدا ڪيل آهي تہ جيئن گهٽا (هيٺا) ڪمائڻ ۽ تورا ان جي رت ست جي پورهئي تي عيش ڪن. هاڻي مان شاعريءَ جي حوالي سان ٻڌائيندس تہ پکين ۾ پريت ڪانہ ٿيندي آهي.

ڇتي جهڙا شاه ڏياري هوتن کي هيڪل،
ڇا بلبل لڙندي بار سان.

”سامهون سرڻيون وينيون آهن، بازن جي ور ڳيرو آ“

”مان بازن جي گهيري ۾ ڳيري ڏسان تو“

”چا بلبل رهندي باغ اندر جت بلشا بحري باز هجن“

بلبل ۽ ڳيري سان باز جي پريت ڪڏهن به ٿيڻي ڪانهي، جهرڪي جي چوزي سان ڪانءَ جي پريت ڪهڙي ٿيندي؟ ڪڪڙن جي ويڙهه اسان جي وڏيرن جو مرغوب مشغلو آهي. اهڙي ظالم، مظلوم، جابر ۽ مجبور، ڏاڍي ۽ هيڻي، چور ۽ پاڳئي ۽ سرمائيدار ۽ پورهيت جو پيار بنهه ناهي ٿيڻو.

اسان جي عظيم صوفي شاعرن محبت جا گيت ڳائي انسان ذات کي پيار ۽ الفت سان رهڻ جي پٺي تلقين ڪئي آهي. تنهن هوندي سندن شاعريءَ ۾ نفرت جا اهڃاڻ پڌرا آهن. شاهه لطيف ڪر ڪي نه ٿو پٽي جنهن جي من ۾ سدائين مندي آهي.

(الا! ڪرجين، مندي جن جي من ۾)

سندس دل مان هي شعر اڀڙڪا ڏئي ٿا نڪرن:

”ڏڪاريا ڏيهه مان، موذي سڀ مرن“

”ملان مرئي ماءُ، پٽو ڦسئي پيٽ ۾“

جيڪو مهانگي ٿيڻ لاءِ ميڙي ٿو رکي، پنهنجي پيٽ پرڻ لاءِ ۽ قوم جي نڙي تي نهن ڏيڻ کان به نه ٿو مڙي. ان لاءِ انسان جي ذهن ۾ جيڪا سوچ سرجندي اها شاهه جي مٿئين شعر مان پڌري آهي[1] ملان جنهن اسلام جي غلط تاويل ۽ تشريح ڪري حاڪم ڌر پاران حق پرست

1 . ملان مان اسان جي مراد اهي مذهبي پيشوا آهن جن قرآن جون آيتون نڪن تي وڪڻي خدا جي مخلوق جي ڪل لائي آهي ٻي صورت ۾ اسان جا باضمير ۽ حق پرست عالم جن چئي جهاد پٺي ڪيو آهي انهن جا نالا سنڌ جي جو سونهري باب آهن ۽ ابد تائين عزت احترام سان ڪيا جيئن مولانا عبيدالله سنڌي، تاج محمد امروٽي، محمد صادق وارو دين محمد وفائي، غلام محمد گرامي ۽ مولانا غلام محمد قاسمي صاحب.

ڪي مارائڻ لاءِ پئي رٿون رٿيون آهن. شخصي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ قومي مفاد کي داءُ تي لڳايو آهي. ان جي ڪڌي ڪردار کي اسان جي باشعور شاعرن خوب ننديو آهي. ميان صاحبڏني فقير (سچل جي ڏاڏي) هن بيت ۾ ملان ۽ مجاور جي لالچي ڪردار کي تشبيهه ڏني آهي.

ملان، مجاور، ڪانءُ تيئي اڪر هڪڙو.

مجاور به اسان وٽ سنڌ ۾ سدائين قبرن جو واپاري رهيو آهي.مري ويل انسانن جون اجايون ڪرامتون بيان ڪري اڀوجهه ويساهي ماڻهن جا کيسا خالي ڪري سدائين پنهنجو پيٽ پريو آهي.

سچل ملان کي ڪارهن ڪٺي ڪنڌ ۾ ويهي مکڻ جي ميار هينئن تو ڏئي.

ملان تون محبت جو چکو کين چکين،
ڪٺيو ڪارهن ڪنڌ ۾ منهن کي وينو مکين،
سبق سورائتن سکيو، سو جي تون سکين،
ته رحل سيپ رکين، مٿا مسجد ڪنڌ ۾.

مسجد ۽ منبر جتان رسول ڪريم ﷺ امن ۽ سلامتي جا درس ڏنا، اتان جڏهن ملان نفرت، تعصب ۽ تنگدليءَ جا هوڪا ڏنا ته حساس شاعرن پنهنجا جذبا بيان ڪيا.

جان جان مسجد منبر مناري نه ويران ٿيسين،
تان تان راهِ حقيقت دا ڪڏان نه حاصل ٿيسين.

ملان جڏهن مذهب ۽ قرآن جي غلط تشريح ۽ تاويل ڪري حاڪم ڌر جو ساٿاري بنجي محڪوم ۽ مجبور انسانن جي نڙيءَ تي ننهن ڏيڻ کان به نه مڙيو ته اسان جي شاعرن ملان جي ان سرڪاري مذهب خلاف پنهنجا اڌما هن طرح بيان ڪيا.

هلي اسلام کان هاڻي، ڪاهي منجهه ڪفر آيا سي،

قرآن ڪتاب سيئي لوڙاهي، دين مذهب ڇڏياسين ٻوڙائي،
متي عرش پنهنجا خيال اڏائي، پير پريت ۾ پاياسي
(داتا فيض درياه) ۰

بهرحال ملان اسان جي سماج جي اها ڪني مڇي آهي، جيڪا ڪڏهن نه وئي ته سموري ڪري (سماج) کي ڪنو ڪندي.

### حق موجود

## سچل جو اڻ ڇپيل ڪلام

(1)

رانجها تخت هزاري دا، صاحب جنهن دا عشق لڳا،
مئن واريان.
ڪر سينگار سجڻ دي اڳيان، سياليا مشڪ ملو.
انا احمد بلا ميم، چاڪ دا حسن ويکو.
اها مصلحت ڪيڙيان والي، مينون نا آکو.
مئن ٿيوان قربان سجڻ تان سر سچل دا سيو.

(2)

چولي سجڻ دي چيري مجهه ڪون ڪباب ڪيتا.
ڪر ناز يار پياري رخ تي نقاب ڪيتا.
تن من تنبور طبلي، سر عاشقان دي اصلي،
جادوگران دي جلوي، رڳ رڳ رباب ڪيتا.
نينان دا تير ماريئي، زارو زار چا رئاريئي،
دل دا حجاب ٽاريئي، سانون بي حجاب ڪيتا.
سر دار پر چڙهيندي، عاشقان نون وت مريندي،
ڪنڌ ڪات پر ڌريندي، ايڏا عذاب ڪيتا.
کهتا سچل بچارا، هم هون غلام تمارا،
مک کا ويکيا نظارا، اڪبر ثواب ڪيتا.

(3)

گهندٻ کول ديدار ويکائو، مٺن آيا مک ويکڻ
پا پازيب پيران وچ ڪڙيا ڪون چمڪائو.
مٺن آيا مک ويکڻ
نال اسان ڏي دلبر سائين، الهہ لڳ الائو
مٺن آيا مک ويکڻ
پهر پوشاکان ويس گلابي، چوٺا چندن چٺائو
مٺن آيا مک ويکڻ
نوري رواسبزي چولا، هيري نال جڙائو
مٺن آيا مک ويکڻ
حال سچل دا معلوم تيکون، سائل کون سکائو
مٺن آيا مک ويکڻ



# سٽ پريت دي

سچل سائين جي پهرين مرتب جو شرف مرزا علي قلي بيگ کي حاصل آهي. مرزا صاحب سچل سائين جو ڪلام 1895ع کان گڏ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ستن سالن جي پيار جو پورهيو مرزا صاحب 1902ع ۾ ترتيب ڏئي ڇپايو. پهرين ڀاڱي ۾ صرف سچل جون 1340 ڪافيون آهن.

مرزا علي قلي بيگ جي رسالي ۾ ڪجهه ڪافيون اهڙيون به آهن، جن مان ڪي سٽون گم آهن. ڪافين لاءِ مرزا صاحب خود هن طرح لکيو آهي "هڪ ڪتاب هالن واري پير صاحبن وٽان به مليم پر اهو ڪن جاين تي اڌوهي ڪاڌل هو، جنهنڪري بعضي سڄيون سٽون ۽ بعضي سٽن جا ڀاڱا ڪاٽجي ويا آهن. وري اهو ڪلام ڪنهن ٻي ڪتاب ۾ لکيل ڪونه هو، تنهن ڪري خالي ڀاڱا لاچار خالي ڇڏڻا پيا. انهيءَ اميد تي ته مبادا هن کان پوءِ ڪو ڪتاب اهڙو به هٿ اچي، جنهن ۾ اهي لکيل هجن." [1] انهن ڪافين مان ڪجهه ڪافين جون رهيل سٽون يا مصراعون مون علي محمد فقير کهڙي کان ٻڌي لکيم. علي محمد فقير ڳوٺ دلاور تعلقي گمبٽ ۾ ويٺل آهي. فقير صاحب جي عمر 90 سال ٿيندي.

علي محمد فقير نول گهٽ نوشهري فيروز واري جو طالب هو. فقير صاحب سڄي عمر مختلف درگاهن تي ڪافيون ڪلام ڳائيندي گذاري آهي. فقير صاحب، محمد فقير ڪٽياڻ جي سنگ ۾ پڻ رهيو آهي. وڏي ٻڌ سڌ وارو درويش آهي. ڪيس مختلف شاعرن جون هزارين ڪافيون هن پيرسني ۾ به ياد آهن ۽ پاڻ به سٺو روايتي قسم جو صوفي

شاعر آهي. سندس اڪثر رهڻ درگاهہ نانڪ يوسف تي ٿيندو آهي.

غير خيال نہ رهندا وي، ڏيکڻ نال وي هادي سائين وي ميان. (2)

مٿين ڪافي مان هي مصراعون ڪتل آهن:

مڙ مڙ ويندا وي ميان غيران ڪولون
ڪول اسان ڏي نهين پهنداوي
سچو جالي وي ميان روز غمان وچ،
سهٽا سنيال نہ لهندا وي.

نيٽان هڻ ناز، سانون مڙگان نال مريندا (3)

هن ڪافي مان هي ست گم آهي:

سچل دا هي سجدا هردم
شوقئون شهر درازا.

هيٺ ڏنل ڪافي ۾ پڻ ڪي سٽون ڪونہ آهن:

يار رنگ لايو ڏسو تون جي هئين حال ۾ (4)

هي مصرعون هن ڪافي ۾ ڪونہ آهن:

دم سنيالي دم ڪي آءُ عشق جي افعال ۾،
اور دم "اللّٰه هو" پئو پئي نہ ورد وبال ۾،
اي سچل تو ساڻ سڪ ٿيندي قرب ڪمال ۾
بلڪہ مخلص خيال دل سان رهہ تون ساهہ سنيال ۾.

هيٺين ڪافي پڻ اڻپوري آهي:

هئہ وي سنيان ويل اهائي
گذر ڳئي رات سيائي (:)

هي سٽون ڪتل آهن:

عشق گهمائي آڻ منادي، اوئي غم اوئي شادي،
مرشد عبدالحق ميڏا هادي، رمز سچل کون جنهن لائي.

هيءَ ڪافي رسالي ۾ پڻ اڻپوري آهي:

چرڻ پرڻ وارو ڪير، هيءَ ڳجهارت ڪوئي پيجي (6)

متين ڪافي ۾ نالي واري سٽ هن ريت آهي:

”سچو“ سچ تہ ڳالهہ اسان جي،
سمجهي ڪو مرد متير.

هيٺين ڪافي پڻ رسالي ۾ نا مڪمل آهي:

مستانا ڪيون ماريوئي مولا (7)

نالي واري سٽ پڻ هن ڪافي ۾ ڪونہ آهي:

سچل کون اپڻي ڪول ٻلهاڪي،
بيخودي دا جام پلاڪي چڱا ڪيتوئي.

هي ڪافي بہ رسالي ۾ اڻپوري آهي:

موليٰ موليٰ ري، ويڪو سڀ مولا (8)

نالي واري سٽ هن ريت آهي:

”الانسان سري وانا سره“. ساڙ سچو اهو چولا



## حوالا

1. مرزا علي قلي بيگ "رسالو سچل سائينءَ جو" ديباچو صفحو 2.
2. ايضاً ڪافي 155، صفحو 7
3. مرزا علي قلي بيگ "رسالو سچل سائين" ڇاپو پهريون، صفحو 142، ڪافي نمبر 146.
4. ايضاً صفحو 23 ڪافي نمبر 744.
5. ايضاً ڪافي 1165.
6. ايضاً ڪافي 1166.
7. ايضاً صفحو 382.
8. مرزا علي قلي بيگ "رسالو سچل سائين" صفحو 383 ڪافي 1335.

# سچل جي حضور ۾

سچل سرمست پنهنجي دور جو عظيم شاعر ۽ بي ڏپو صوفي هيو. هن پنهنجا صوفياڻا خيال نهايت بي باڪيءَ سان پنهنجي شاعريءَ ۾ بيان ڪيا آهن. سنڌ ۾ ڪئي سندس طالب ۽ پوئلڳ هئا، جيڪي وحدت الوجود جي فڪر جو پرچار سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ ڳليءَ ڳليءَ ۾ ڪندا هئا. سچل سان سندن محبت ۽ عقيدت چوٽ چڙهيل هئي، سچل جي وفات تي انهن پنهنجي خيالن ۽ جذبن جو اظهار پنهنجي ڪلام ۾ ڪيو آهي.

**نانڪ يوسف، وفات 1266هه**

نانڪ يوسف سچل جو خاص ٻالڪو ۽ خدمتگذار هئو. نانڪ پنهنجي اڪثر ڪلام ۾ سچل ۽ درازن جو ذڪر محبت ۽ عقيدت سان ڪيو آهي، فقير نانڪ يوسف سچل جي وفات تي هڪ ڪافي چئي آهي جنڪا هيٺ ڏجي ٿي :

ڪافي

محبن ڪي خوشي آئي، ڇڏي فنا ڪي بقا سڌاڻا

1- باقي ٿيڙا وجي بقا ۾، پربن پنهنجي سير لقا ۾،
هاديءَ ڪي سڌ سياڻي، سچي صاحب سچ سيباڻا.

2- منجهه حضور هاديءَ جي يارو، ظاهر باطن نينهن نظارو،
متي مرشد چٽ چلائي، سڻي عاقل ٿين اياڻا.

3- پنهنجي پرين پاڻ گهرايا، هٿ بہ هاڪي ڏيهہ سڪايا،
مڙي ملڪن سيج وڇائي، پنجن تنن يارن من ڀاڻا.

4- حورن ڪيڙا هار هزارين، خاطر پرين بي انت اپارين،
غيبئون عشق الائي، ”عند مليڪ مقتدا“ يار تڪاڻا.

5- ٻارهن سئو ٻائيتاليهہ تياري، چوڏهين رمضان هجري هسواري،
واڳ وطن تي ورائي، ڏيئي عشق اولاڻا.

6- يوسف يار سچل ڪيو فراقي، موٽي ملندا ٿيندا اوطاقي،
اها ڳالهہ برهہ آڳائي، روئن نانڪ نيڻ نماڻا.

## فقير غلام حيدر شر وفات 1894ع

فقير غلام حيدر، نانڪ يوسف جو طالب هيو. فقير غلام حيدر جي سچل سان بہ ساڳي محبت ۽ عقيدت هئي، هيءَ ڪافي بہ فقير صاحب سچل سائينءَ جي وفات تي چئي آهي، جيئن ڪافيءَ جي تلهہ مان معلوم ٿئي ٿو.

ڪافي

سچل موٽ سڏن تي وٺيون نہ وجهجن ميان!
جهڙا تهڙا پرين پانهنجا، ڇني نا ڇڏجن ميان!
ٻيڙيءَ چاڙهي سپرين، چرم نا ڇڏجن ميان!
اوٺا پوٺا پرين پنهنجا، پير پري پڇجن ميان!
پڳهہ جي تہ پريت جا، تاٽي توڙڪجن ميان!
”قبول محمد“ قرب جا هيٺن هٿ ڏجن ميان!
”غلام حيدر“ غير جا لوڏي لاهہ ڪيجن ميان!

سچل جي وفات وقت ”قبول محمد“ اول سجاده نشين هو.

## گهرام فقير جتوئي

گهرام فقير پڻ سچل جي صحبت مان رڱجي ريٽو ٿيو هيو. ان

پڻ سچل جي وفات تي ارمان ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

ڪافي

هو سچو سالڪ سچل، دانهه درازي در هيو

1- ساوڪ تي ساڻيهه تي، مينهن محبت جا اٺا،
جن فيض فلڪن تي رکيا، هادي حضوري حر هيو.

2- هندو هزارين مسلمين، معراج لئي سڪندا رهيا،
جن حوض ڪوثر مؤن چکيو پيتو پيالو پرهيو.

3- قنڌار ۽ ڪابول ۾، ڪشمير ۽ ايران ۾،
هر ڪنهن سٽيو هر ڪنهن ڏٺو، گهرام غازي گرهيو.

**بيدل فقير**

جيتوڻيڪ فقير قادر بخش بيدل سچل جو طالب ڪين هيو، پوءِ به سچل لاءِ کيس بي انتها محبت ۽ عقيدت هئي. سندس هي ڪافي بيحد مشهور آهي.

ڪافي

عشق جو يارو درازن ۾، عجب اسرار هو،
مست سالڪ شهه سچو، عارف اتي اظهار هو.

1- برهه جي برسات جو، تنهن وير تي وسڪار هو،
ظاهر و باطن تنهين وٽ، درد جو ڏڪار هو.

2- مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو،
وجد وحدت ۾ سدا، خاصو تنهين خمار هو.

3- منجهه سخن تنهن جي، الوهيت سندو آثار هو،
جنگ، جذبي موج مستي ۾ شل عطار هو.

4- پنهنجي رائي سان پرين، نوري ورهه نروار هو،
وصل جي پوءِ موج ماڻي، ذوق جو ذخار هو.

5- طور ٻارهن سئو ٻائيتاليهہ ۾ تيار هو،
چوڏهين رمضان جي هادي ٻرن هسوار هو.

## عبدالله فقير ڪاتيار

سچل سرمست سنڌ گورنمينٽ لائبريريءَ ۾ هڪ ڪافين جو بياض موجود آهي، جنهن ۾ عبدالله نالي شاعر جي ڪافي موجود آهي. عبدالله نالي سچل جو استاد بہ هيو مگر اهو درويش سچل جي وفات کان اڳ 1222هہ ۾ فوت ٿيو آهي. جنهن جي وفات جو قطعو خود سچل منظوم ڪيو هو، جيڪو فقير صاحب جي مزار تي درگاهہ درازا ۾ لڳل آهي. هن ڪافيءَ مان پانئجي ٿو تہ هيءَ ڪافي عبدالله ڪاتيار جي آهي، ڪافيءَ جي مفهوم مان بہ معلوم ٿو ٿئي تہ ڪافي سچل جي وفات ڪانپوءِ جي رچيل آهي. سچل 1242 هجري بمطابق 1827ع ۾ وفات ڪئي ۽ عبدالله ڪاتيار سنہ 1250هہ ۾ وفات ڪئي آهي.

ڪافيءَ پڙهڻ ڪانپوءِ پڪ ٿئي ٿي تہ فقير کي سچل سان بي پناهہ محبت هئي ۽ عبدالله فقير سچل کان متاثر هيو. البت مريد پير صاحب پاڳارن جو هيو.

ڪافي

هڻ جو ديواني ٿيان،
سچو يار دي خاطر سيان!

1- نہ ٻاندي چڪني دي چولي، چاڪيتم اولي گهولي،
ڏيکو وچ ڏکين دي پيان، سچو ياردي خاطر سيان!

2- ڪاوڻ سبهي نا پيوڻ، جاني بنا ڪيها جيوڻ،
رنگ روپ ڪنون جو رهيان، سچو يار دي خاطر سيان!

3- عشقئون عبدالله ۾ آهين، ماران مئن سنجهہ صباحين،
نيئي وهاڪي نيان، سچو يار دي خاطر سيان!

## موريو فقير سومرو

موريو فقير سومرو ميرو خان تعلقي جو ويٺل ۽ سخي قبول محمد (پيو) جو طالب هيو. بيدل جي ڪافي جڏهن فقير صاحب جي ڪن تي پئي تہ فقير جي جذبي جوش ڪاڙو. بيدل جي ڪافيءَ جو مفهوم هيو تہ عشق جو درازن ۾ اسرار هيو. هينئر ناهي، مگر موريي فقير ڪي درازن ۾ ساڳيو سچل وارو رنگ ڏسڻ ۾ ٿو اچي ، تنهن ڪري موريي فقير پنهنجي جذبن جو اظهار هن ريت ڪيو.

### ڪافي

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار آ،
نينهن جو نعرو نئون اڄ تائين نروار آ.

1- شوق شريعت منجهہ طريقت ۽ حقيقت هسوار آ،
معرفت ميدان ۾ سورهيہ سخي سردار آ.

2- ڪونتل ڪڏائي عشق جو چو طرف چوڏار آ،
”طالب المولي مذڪر“ ترڪ دنيا دار آ.

3- نظر ناڪسن گوهر متو غمخوار آ،
گل حسن، طالب علي، ڏس جند وڏو جنسار آ.

4- هردم بهاري برهہ جي وحدت سندو واپار آ،
ساري فقر جو سرگرو مظهر علي مختيار آ.

5- ظاهر سچل باطن سچل جي سپ سندس سينگار آ،
غير تون چاڙين متان اولي ابر انوار آ.

6- سڏ سڏي سانگي اچن ديدار تو درڪار آ،
پرت جو پيالو ڏيو ”موريو“ مگٽهار آ.



# جاڳي ته سوئي بادشاهه

سنڌ کي قدرت اڪيچار نعمتن سان نوازيو آهي، سندس ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ جنهن وسيلي قديم زماني کان سنڌ جا سڄاڻ واپاري ڏورانهين ڏيهه کان ججهو ناڻو ڪمائي، سنڌ ۾ محل ماڙيون اڏي سنڌ جي سونهن ۾ اضافو آڻيندا هئا. اولهه ۾ جابلو سلسلو پنهنجي پيٽ ۾ بي بها معدني وسيلا سانديو سنڌين جي خوشحاليءَ جي علامت بڻجي سگهي ٿو. اوڀر ۾ ڪڇ جو رڻ دشمن کان بچاءَ جو ڪم سرانجام ڏئي رهيو آهي. ايشيا جي وڏي ۾ وڏي ڍنڍ منڇر به سنڌ ۾ آهي، جتي مڇيءَ وسيلي سنڌ جا مهاڻا پنهنجو پيٽ سهڻي نموني پالي سگهن ٿا. ان کان سواءِ سڄي دنيا جا پڪي موسم آهر سنڌ ۾ اچن وڃن ٿا.

سنڌ، جنهن مان مديني جي مير کي ٿڌي هوا جي هير محسوس ٿي هئي، ان سنڌ ۾ اهڙا درويش صوفي ۽ سَنتَ پيدا ٿيا جن هميشه حق جو هوڪو ڏئي سنڌين کي محبت ۽ ايڪتا جو درس ڏنو. انهن درويشن مان اسان جو بيدل سائين جو نالو به سرواڻ صوفين جي ست ۾ ڳڻجي ٿو، جنهن محبت کي مذهب ۽ دوئيءَ کي دجال سڏيو هو. نئن ته صوفين تي عام پڙهيل طبقو اهو الزام ڏريندا آهن ته صوفين منهن مُونن ۾ وجهي غربت سان گذارڻ جو ڏس ڏنو آهي، مگر انهن درويشن جو پيغام پڙهندي معلوم ٿئي ٿو ته هو پنهنجي وقت جا وڏا سڄاڻ ۽ وطن دوست هئا. انهن عوام ۾ شعور پيدا ڪرڻ، پاڻ سڃاڻڻ لاءِ پرپور ڪاوشون ورتيون ۽ سهڻو ڪردار ادا ڪيو.

سنڌ ۾ پهريون صوفي شاعر جنهن جو ڪلام ججهي انداز ۾ مليو آهي اهو آهي قاضي قادن، جيڪو سخت مذهبي قسم جو ماڻهو هيو، سرڪار وٽ بہ سندس هلندي پڄندي هئي، پر جڏهن سندس ياڳ ڪليو تہ هن جي اندر ۾ ازلي ۽ روحاني جاڳرتا آئي تہ هن ڪتابي عمل مان ڪابہ هڙ حاصل ٿيندي ڪانہ ڏٺي تہ وڏي واڪي چيائين:

ڪنز قدوري ڪافيا، پڙهي پروڙين سيِ،
ڪَرَ مندي ماڪوڙي، ڪوهہ ۾ پئي ڪڇي اپ.

اِها ساڳي حقيقت بيدل سائينءَ هيئن فرمائي:

اکران دي وچ جوئي اڙيا، عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا.

پر اها ڳالهہ قاضي قادن تڏهن چئي، جڏهن ڪيس اندر مان اشارو مليو:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، پريان سندي پيچري.

جوڳي علامت آهي، ڪنهن رهبر جي ۽ جاڳائڻ علامت آهي روحاني باشعور ٿيڻ جي. جاڳڻ جو ذڪر سيني شاعرن ڪيو آهي. شاهہ عبداللطيف فرمائي ٿو تہ:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چوي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آڳهہ ان جي.

پر اتي سچل سائين هيئن ٿو فرمائي:

جاڳڻ آهي جنجال، ننڊ تہ ناز پرينءَ جو،
سمجهي ڪو سچيڏنو چوي، هاديءَ وارو حال،
خاصو رکين خيال، تہ سمهڻ مان ئي سڌ پوي.

جاڳڻ جي عظمت پنهنجي جاءِ تي سچل چوي ٿو تہ ”جيڪڏهن خيال

پاڪ ۾ سهڻو آهي تہ سمهڻ مان بہ سڌ پئجي سگهي ٿي". ننڊ جنهن کي سيني صوفين غفلت جي علامت ۽ موت جي ڀيڻ سڏيو آهي، ان لاءِ بيدل سائين هيئن بہ فرمايو آهي:

سلطان سپني ۾ ڏسي، جيئن پاڻ کي پينار ميان،
جاڳي تہ سوئي بادشاه، الحق حڪومت دار ميان.

چو تہ خواب يا سپنو جيستائين ننڊ آهي تہ اهو حقيقت ئي آهي، جيئن بادشاه ننڊ ۾ هجي ۽ خواب ڏسي تہ هو بادشاه نہ پر پينار آهي پر جڏهن ننڊ مان جاڳندو تہ پاڻ کي بادشاه ئي سمجهندو. اهڙو انسان بہ جيڪڏهن ننڊ (غفلت) ۾ هوندو تہ هو پاڻ کي ڪجهہ بہ نہ سمجهندو پر جڏهن جاڳندو پر شعوري طرح تہ هو بہ پاڻ کي ٻانهو نہ پر مالڪ ئي سمجهندو. اتي عبد معبود آ جوئي سائين ٻانهو سوئي نظر ايندو. قطرو قلزم ۾ سمائبو تہ اهو قطرو نہ پر بحر بي ڪنار ٿي ويندو.



# عشق ڪيم اظهار

سڀ سارا ھ ان صاحب ڪي سونهي، جنهن انسان ڪي ”انيِ جاعل في الارض خليفہ“ (تحقيق مان زمين تي نائب موڪلڻ چاهيان ٿو) جو لقب ڏئي ملائڪن جو مسجود بنايو. سڀ واکاڻ ان واحد حقيقيءَ کي جنهن انسان کي ”لقد ڪرمنا بني آدم“ (تحقيق انسان کي شرف وارو ڪيوسين) جو تاج پهرايو. جنهن محبوب لم يزلي ”لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم“ جو شرف بخشيو. اهي سڀ لاثاني پر صوفياءِ ڪرام وٽ جيڪو شرف انسان کي ازلي ورثي ۾ مليو هي آهي (ترجمو): ”بيشڪ اسان آسمانن، ملائڪن ۽ جبلن کي امانت آڇي پر انهن کڻڻ کان انڪار ڪيو“. صوفين سڳورن ان امانت مان مراد ”عشق“ ورتي آهي، جنهن کي انسان ئي چمي چشمن تي کنيو. حافظ شيرازي ان لاءِ فرمائي ٿو:

”آسمان بار امانت نتوانست ڪشيد،
قرءِ فال بنام من ديوانہ زدند.“

سچل سائينءَ بہ ان اثر هيٺ چيو تہ:

”اها امانت عشق والي نهين ميسر ملڪان“

اها ساڳي تند بيدل سائين بہ تنواري:

بار برهہ تا باري جو چاتا، عرش ملڪ افلاڪ نہ چاتا
عشق سارا سر تي اٿايا.

خسرو ساڳي حقيقت هن طرح تو بيان ڪري:

خسروا در عشقبازي، ڪم ز هندو زن باش
ڪر برائي مرده سوزد، زنده جان خويش را.

بيدل اهو ساڳيو خيال هن طرح ٿو سمجهائي:

”هندو زال ڪان هيٺ نہ ٿي، جي طالب آهين تڪرار،
مات ڪري پئو مچ ۾، عاشق چڏ اختيار،
آهيان مان اسرار، عالم ليکي آدمي،
عرشئون اچي اتهين، عشق ڪيم اظهار.

سچل بہ عشق جي منصب ڪي اکين تي رکي فرمايو:

عشق لڳي تہ ڪر آمين، نا منجهہ ڪفر نا منجهہ دين.

پر بيدل فقير بہ عشق کي اکين تي رکي لک شڪرانا ٿو ڪري:

عشق عطا ڪيائون توکي، بيدل ڪر شڪرانا.

بيدل سائين عشق جي واکاڻ ڪندي فرمائي ٿو تہ عشق امام، محمد ؐ مهدي آهي، جيڪي دل ۾ دغا ۽ دوئي رکن ٿا اهي دجال آهن:

عشق امام 'محمد' مهدي، دوئي اٿي دجال.

پر بيدل فقير وڏو عالم هيو، ماڻهو کيس بزرگ سمجهندا هئا پر جيئن شاهہ لطيف فرمايو:

عقل مت شرم، ٽيئي نينهن نهوڙيا

ائين بيدل سائين بہ فرمائي ٿو تہ:

بدنامي دي پڳ تي ٺهندا، ڦٽ لعنت دا ڦل پيلا،
برهہ بزرگ ساري نيتي، تنهن ڪون آکيوسي جل پيلا.
يا
برهہ جا بار بدناميون، چمي چشمن تي چاياسي،
بزرگيءَ کان پڇي بيدل رنديءَ جا رنگ رچاياسي.

اهڙي بزرگي، پيري ۽ مشائخي کي سچل بہ ننديو آهي:

”عاشق ٿيوين مشائخ نہ ٿيون، ڪها ڪم تنهين وچ،
بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿياسي“.

عشق اعليٰ منصب آهي ان لاءِ شينهن جي دل گهرجي فارسيءَ ۾ بہ ڪنهن درويش چيو آهي تہ:

جگر شير نہ دارد، سفر عشق مڪُن.

چو تہ پرينءَ وٽ پهچڻ جو ذريعو فقط عشق ئي آهي. شاهہ صاحب بہ چيو آهي تہ:

پاڻ مَ ڪٽج پاڻ سين، وسيلا وجاءِ،
عشق ساڻ اناءِ، پير پريان جي پار ڏي.

چو تہ جن جو عشق هادي، رهبر اڳواڻ آهي ان کي ڪو بہ گمراهہ ڪري يا ڀُلائي نہ ٿو سگهي، خود بيدل سائين چوي ٿو تہ:

جنهن نون عشق بتاوي راهہ،
تنهن نون ڪون ڪري گمراهہ.

بيدل جي محبت ۽ عشق جو معيار هنن سٽن مان بہ ظاهر آهي.

مک ماهي دا ڪعبا قبلا عشق امام حقاني،
زهد عبادت تقويٰ تاون، اعليٰ عشق رباني.

ظاهري بزرگي ۽ پارسائي عشق جي آڏو هيچ آهن. خوش خير محمد فقير بہ فرمائي ٿو تہ عشق تقدير آهي، ان کي ڪائي تدبير ٽاري نہ ٿي سگهي:

عشق سارا تقدير، متان ڪو تدبير هلائي.

عشق سائين تہ اجان ہہ و ڪون اڳتي هيئن بہ چوي ٿو:

عشق لڳا مبارڪ هووئي، اها دعا فقيران دي آهي.

علامہ اقبال بہ فرمائي ٿو تہ موجوده زماني جا علم ۽ فن خدا وٽ پهچڻ کان روڪين ٿا:

دانش حاضر حجاب اڪبر است،
بت پرست، وبت فروش و بت گراست.

ساڳي طرح دنياوي عقل بہ انسان کي گمراهہ ڪري ٿو ۽ ان جو مڪمل علاج آهي عشق:

علم عقل کان ٿي پري، سڪ سوز جي صلاح ڪر،
مذهب واري قيد کان بيدلؔ عشق ڪندو آزاد.

مولانا رومي جو اثر سنڌي صوفي شاعرن تي گهڻو رهيو آهي. سندس مثنويءَ جي مقبوليت جو اندازو ان ڳالهہ مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ شاهہ لطيف بہ سفر ۾ مثنوي شريف کڻندو هيو. بيدل سائين تہ فارسيءَ جو يگانو عالم هيو: مولانا روم عشق جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو:

شاد باش اي عشق خوش،سودائي ما،
اي طبيب جملہ علت هائي ما،
اي دوائي نخوت ناموس ما،
اي تو افلاطون وجالوس ما.

ان خيال جي تائيد بيدل سائين هيئن ٿو ڪري:

عشق هي پير پيغمبر ميڏا، عشق هي هادي رهبر ميڏا،
عشق هي حيدر ميڏا، عشق هي ميڏي پشت پناهہ.

عشق جو بيدل سائين ايستائين گهوارو آهي جو فرمائي ٿو:

”بيدل برهہ جيهي ڪائي چيز نهين، چاندا قسم پڙلي قرآن دا مين“

روشن علي شاهہ تہ ايستائين وڏي واڪي چوي ٿو تہ عشق اسان کي ان مرتبي ۾ منزل تي پهچائي ٿو جت ملائڪ سڀُورا بہ پهچي نٿا

سگهن.

عشق چڏي ٿو تہ پهچائي، جاءِ جبريل جي جت نـاهـي،
پـوريـل در تـو ڪـلـي، جـڏهـن عشـق اچـي انسـان ۾.

بهرحال عشق خدا جي امانت آهي جنهن کي عطا ڪري.



# سک نہ ستا کڏهين

ڪاهوڙيءَ جي لفظي معنيٰ آهي، ڏٽُ تي گذران ڪندڙ. ڏٽ ڏوريندڙ، جبلن تي ڏٽ ڳوليندڙ، ڪيتيءَ وارا، مال وارا، محنتي، اورچ، منتر باز ۽ منڊ رکندڙ ۽ ڏٽ جو مطلب ۽ مقصد آهي جهنگلي اَن يا ميوو سائون، مانڌاٽو ۽ مڪٽي گاهن مان اَن ڪري تري ماڻهو ماني پچائي يا پيٽ رڌي ڪائيندا آهن.

ڪاهوڙيءَ نالي ڪابہ راڳڻي نہ آهي، تنهنڪري پانئجي ٿو تہ اِهو نالو مضمون جي مطابقت ۽ مناسبت سان انهيءَ سُرَ تي پيو آهي. ڪاهوڙيءَ جو مطلب آهي ڏک سک ۾ ڏونگر ڏورڻ، جبل جهاڳڻ، ورچي نہ ويهڻ ۽ جهڙي تهڙي حال سان ڪشالا ڪڍڻ اهوئي سبب آهي، جو شاهہ لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ سسئيءَ جي ڪاهوڙين سان ڀيٽ ڪئي آهي، ڇو تہ سسئيءَ جو بہ پنهنجي پرينءَ سان ازل جو پيچ پيل هئو. شاهہ لطيف تنهنڪري چيو آهي تہ:

منڊ نہ منجهان تن، پسي لوڪ لڏن جي،
جا پر ڪاهوڙين، سا پر سکي سسئي.

ڪاهوڙين جي لاءِ محترم ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو تہ "سر ڪاهوڙيءَ جي روحاني معنيٰ کي نظر ۾ رکڻ سان گڏ ظاهري مضمون موجب بہ شاهہ صاحب غريبن جي ڪشٽ ۽ جدوجهد جو جيڪو نقشو لفظن ۾ ڪڍي ٿو سو هڪ انسان دوست ئي ڪڍي سگهي ٿو". (1)

شاهہ لطيف ڪاهوڙين جي اڻٿڪ جدوجهد محنت ۽ سادگيءَ جو

نقشو هن طرح چٽيو آهي:

سڪا منهن سندن، پيرين پراڻا ڪيترا،
سا جوءِ ڏوري آيا، سونهان جت منجهن،
ڳجها ڳجهيون ڪن، تهان پراهين پنڌ جون.

ڪاهوڙي نهايت سادا عام انسان آهن، جن جا بک ڏک تي منهن بہ سڪي ويا آهن ۽ پيرن ۾ پراڻيون جتيون پر اهي سادا ڪاهوڙي اهڙا باشعور باهمت ۽ پر عزم پانڌيئڙا آهن، جو اهو ڏيهہ تا ڏورن جتي سونهان بہ منجهيو تا پون پر ڪاهوڙي اجا بہ پراهين پنڌ جا احوال تا ڪن.

لطيف جي سموري شاعري علامت نگاريءَ جو شاهڪار آهي. ڪاهوڙي علامت آهي، محنتي شخصيت جي جنهن جو پنهنجي محبت ۾ ايمان آهي. هو ڏک سک، سردي گرمي ۾ پنهنجي منزل مقصود ماڻڻ جي لاءِ ڪوشان ۽ سرگردان آهي:

ڪاهوڙين ڪٽي، ساجهر ہڏا سندرا،
ڏوريندي ۾ ڏونگرين، ڪيائون پاڻ پٽي،
ڏکن ڏيل هٽي، چيهہ لڏائون چپرين.

چو تہ هنن جو محنت ۽ پورهئي ۾ ايمان آهي. ڪاهوڙي ڏونگر ڏوري جاڻڻ ۽ گهر ويٺي پاڻ گهرڻ وارن مان نہ آهن.

جي ڪو ڏٺ ڪري، تہ ڏونگر ڏورڻ ڏاکڙو،
چپر ڪين ڏٺي، سوکڙيون ستن ڪي.

عام سنڌي ماڻهو آسائش طلب ۽ سهل پسند آهي، تنهنڪري انهن عام ماڻهن لاءِ اهو رستو جو ڪائنتو آهي پر جن جي جاکوڙ ۽ جدوجهد ۾ يقين ڪامل آهي تہ انهن لاءِ ٻيلو بہ ورانگهون آهي، اهي جتان وڃن اتان رستو آهي:

ويجهو وج ۾ وات جي، ڪهج ڏنهن ڪوات،
اجهي منجهان آت، آديسي تي آءُ تون.

جيڪي گهيڙ ڏسي ۽ پوءِ گهڙن تہ انهن جو عشق عام رواجي آهي پر جن ڪي عشق جو اصلي آزار آهي تہ اهي جتان بہ اچن اتان رستو ڪليو پوي.

گهڙن جي گهيڙاءُ، تانگهو عشق تن جو،
ايندين اوتڙاءُ، جن کي عشق عليل ڪيو.

۽ انهن ڪاهوڙين جو پنهنجي ڏت ڏورڻ ۽ جبل جهاڳڻ سان دل جو لڳاءُ آهي، ڏوراهين منزل ڏورڻ لاءِ ڪو بہ وهٽ نہ ٿا ڪٽن.

ڪٽن نہ ڪيڪان، پنڌ پراهين هليا،
ڏوتيئڙا ڪنهن ڏت ڪي، جنبيا ڏنهن جابان،
ڪاهوڙين اهڃاڻ، انگ نہ سڄي اڳڙي.

شاهہ جي سورمن ۽ سورمين ۾ هڪ ڳالهہ عام آهي، اها آهي ارادي جي پختگي جيڪي ڪاهوڙين جو دستور آهي هر پنهنجي عمل ۾ سچا ۽ عزم جا پڪا ۽ اٽل آهن.

مون ڪاهوڙي لکيا، گهرين نہ گهارين،
واحد لڳ ولهن ۾، وريو جر هارين،
گوندر گذارين، جيئن ڏوتي گڏ تيا.

شاهہ لطيف جي سورمن ۽ سورمين جو ذڪر ڪندي، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ هڪ نئين نقطي ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي تہ. ”شاهہ لطيف وٽ اجتماعي سورما بہ آهن. اجتماعي سورمن مان منهنجو مقصد آهي تہ ڪو بہ هڪ شخص سورمو نہ آهي، جيئن پنهون يا ٻيجل آهي پر ان جي بجاءِ هڪ گروهہ يا هڪڙو ٽولو ڪن خاص عادتن، خاصيتن، لاڙن وارن ماڻهن جي ٽولي يا گروهہ کي گڏي مجموعي طور تي شاهہ لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ سورمي جي حيثيت ڏني آهي. مثلاً ڪو بہ ماڻهو انڪار نہ ڪندو تہ سر ڪاهوڙيءَ جا ”ڪاهوڙي“ سورمن جي حيثيت نہ ٿا

رڪن. ان سر ۾ ڪاهوڙي هڪ فرد نہ آهي پر هڪ گروهہ آهي، جيڪو ذات جي تلاش ۾ آهي سڀ ڪاهوڙي سورما آهن." (2)

جت پکيءَ نہ پير، تت تمڪي باهڙي،
هيو هاريندو ڪير، ڪاهوڙي ڪير ري.

پورهيت اها پلاري ۽ اهم هستي آهي جنهن جي هٿن کي شاهہ لطيف "سون سريڪا هٿڙا" سڏيو آهي. انهن هٿن جي هاج جي طفيل ئي انسان ترقيءَ جون سڀ منزلون طئي ڪيون آهن.



مددي ڪتاب


1. ڪلياڻ آڏواڻي، "شاهہ جو رسالو" مڪتبہ برهان اردو بازار، ڪراچي.
2. تنوير عباسي، "شاهہ لطيف جي شاعري" جلد هيو نيو فيلڊ پبليڪيشن. 1985ع.
3. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد، 1983ع.

## غلام حيدر فقير شر ۽ سندس خاندان

سموري سنڌ سدائين عالمن، عارفن، صوفين ۽ شاعرن جو ديس رهي آهي، پر تنهن هوندي بہ جيڪڏهن هر هڪ ضلعي وار صوفين ۽ شاعرن جو ڪاتو ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ ضلعي خيرپور ۾ درويش ۽ شاعر سوايا پيدا ٿيا آهن.

خيرپور رياست جي والي مير صاحبن مان گهڻا تہ پاڻ بہ شاعر هئا پر هتان جا مڙئي ٽالپور، درويشن جي احترام ۽ شاعرن جي قدرداني ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا.

درازي درويش، پاڳارا پير، ڪنڌڙيءَ جا ڪلتار ۽ کهڙن جا مخدوم، اهي چند نامور خاندان آهن، جن جا اڪثر چشم و چراغ علمي تدبر، صوفياڻي مزاج ۽ بلند پائي جي شاعريءَ سبب، سنڌ جي علم و ادب جي تاريخ ۾ هڪ نمايان مقام رکندڙ آهن.

درازا، پير ڳوٺ، ڪنڌڙي ۽ کهڙن جي درگاهن جا ڌڻي نہ رڳو پاڻ عمدا شاعر هيا، پر انهن جي مريدن ۽ معتقدن ۾ بہ اسان کي اڪيچار اهڙا خاندان نظر اچن ٿا، جن وقتن بوقتن شعري ادب کي مالا مال پئي ڪيو آهي.

چڙو درازن جي درگاهہ سان واڳيل خاندانن ڏانهن ئي نظر ٿي ڪجي تہ لاڙڪاڻي جا قادري، شڪارپور جا مغل ۽ شيخ، روهڙيءَ جا قاضي، کهڙن جا اڇڻ، نانڪ يوسف جا پس مانده ۽ ميرواهہ تعلقي جا شر فقير، شاعريءَ جي آسمان جا سدا درخشنده ستارا نظر اچن ٿا. اهوڪي

صحبت ۾ اسان درگاهه ڊرازا سان وابستگي رکندڙ جنهن خاندن جو ذڪر ڪري رهيا آهيون، سو آهي خيرپور ضلعي جي ميرواهه تعلقي جو فقير غلام حيدر شر ۽ سندس خاندان!

## 1_ فقير غلام حيدر شر

فقير غلام حيدر ولد قائم خان شر 24 رمضان، 1225هه/ 1800ع ڳوٺ مينگهو فقير شر ۾ ڄائو. قرآن شريف پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾ پڙهيو ۽ فارسي، عربي تعليم هنگورجن جي مدرسي مان حاصل ڪيائين.

هڪ دفعي فقير غلام حيدر، ميان عبدالرحمان مهيسر ويٺل ڳوٺ ڪمال پور تعلقو گمبٽ سان ملاقات ڪرڻ ويو. آخوند صاحب ساڻس هنگورجن جي مدرسي ۾ گڏ پڙهيو هيو. آخوند عبدالرحمان مهيسر کيس ٻڌايو ته ”هتان ٿوري مفاصلي تي هڪ درويش نانڪ يوسف رهي ٿو. جيڪو سچل سائينءَ جو طالب آهي، تنهن ڪري هلي فقير نانڪ يوسف جو ديدار ڪجي.“ پوءِ آخوند عبدالرحمان ۽ فقير غلام حيدر اچي نانڪ يوسف جي ڪچهري ۾ پهتا، جتي اڳ ئي فقراءُ جو ميلو متل هيو. فقير صاحب ۽ آخوند صاحب روح رهاڻ ڪري آخرڪار نانڪ يوسف کان موڪلائڻ لڳا. موڪلائڻ مهل آخوند عبدالرحمان، نانڪ يوسف کي چيو ته ”ابا! ائين ٿي ٿيندو جئين اوهان چاهيو ٿا.“ وري فقير غلام حيدر عرض ڪيو ته ”قبلا! مون کي الاهي عشق مان بهرو ڏيار.“ اهي لفظ ٻڌي يوسف فقير پڙڪو ڏئي اٿيو ۽ غلام حيدر فقير کي سيني سان لائي چيو، ”ٻچا! اهو ئي ٿيندو جيڪو تو گهريو.“ ان کان پوءِ فقير غلام حيدر جو پيچ نانڪ يوسف سان تاحيات قائم رهيو ۽ اڄ تائين درگاهه غلام حيدر فقير جا نانڪ سائين جي درگاهه سان تعلقات قرب ۽ محبت وارا آهن.

## غلام حيدر فقير جي ڪلام ۾ مرشد سان عقيدت

جهڙيءَ طرح نانڪ يوسف پنهنجي ڪلام ۾ سچل سائين سان محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي، ساڳي طرح غلام حيدر فقير بہ پنهنجي ڪلام ۾ نانڪ سائين سان محبت ۽ عقيدت جو جابجا اظهار ڪيو آهي.

نيهن تہ نانڪ شاهہ جي ذوق وجايو زنگ

فقير غلام حيدر هڪ سڄي ڪافيءَ ۾ صرف نانڪ سائينءَ جي صورت ۽ سيرت جو نقشو چٽيو آهي:

حسن لايا هل، ننگي نانڪ شاهہ جي،
آئي آري ڄام جي، معاف ٿي آ مشڪل،
ننگي نانڪ شاهہ جي.
محبن جي مجلس ۾ گفتي ۾ گل گل،
ننگي نانڪ شاهہ جي.
اچڻ ساڻ عجيب جي پوَلتا پل پل،
ننگي نانڪ شاهہ جي.
اديون مون گهر آيو، عشق ڪري هل هل،
ننگي نانڪ شاهہ جي.
غلام حيدر غير ويڙو، پور چڙهيا پل پل،
ننگي نانڪشاهہ جي.

فقير غلام حيدر پنهنجي مرشد فقير نانڪ يوسف (وفات 1853ع) جي حضور ۾ هڪ مناجات چئي آهي، جيڪا فقير صاحب دلي عقيدت ۽ مرشد سان محبت جي غمازي ڪري ٿي:

نانڪ شاهہ نگاهون نوري، هردم يوسف يار حضوري،
نہ دم نہ دلبر ڪان ڪا دوري، آس ڪيو اچي مون من پوري،
مربي ڪامل ماهہ منير، مدد ڪندين تون مرشد ميرا!
عاشق مولا قطب ڪبير.

**غلام حيدر فقير جي ڪلام ۾ درازي درويش جو ذڪر:**

جيئن تہ غلام حيدر فقير، نانڪ سائينءَ جو طالب هيو. نانڪ يوسف وري سچل سائينءَ جو خاص ٻالڪو ۽ مريد هيو. تنهن ڪري فقير غلام حيدر جي سچل سائينءَ سان بہ والهانا عقيدت هئي ۽ سچل کي فقير صاحب هادي، رهبر، مرشد ۽ ستگر سڏيو آهي:

1- سچل موٽ سڏن تي، وتيون نہ وجهجن،
ٻيڙيءَ چاڙهي سپرين، چر ۾ نہ ڇڏجن.

2- سرتيون سيباڻو ساهہ کي، سچو شهنشاهہ.

جڏهن سچل سائينءَ وفات ڪئي ان وقت درگاهہ درازن جو گاديءَ ڌڻي سخي قبول محمد اول هيو. تنهن ڪري فقير غلام حيدر سخيءَ جي در تي هن طرح سوالي آهي:

1- قبول محمد قرب جا هيٺن هٿ ڏجن.

2- سخي شاهہ قبول محمد قرارو، چوڏهن طبق ۾ آ جنهن جو نقارو،
توتي ڇٽ پنجتن سداتون سوپارو، هي غلام حيدر آ تنهنجو پينارو.

سخي قبول محمد اول جي وفات 1245هہ کانپوءِ ميان نظر محمد گادي نشين ٿيو. فقير غلام حيدر جي ان سان بہ عقيدت ۽ محبت ساڳي سچل سائينءَ واري رهي، جيڪا سندس هن ڪافيءَ جي ٻولن مان پڌري آهي:

نظر محمد نينهن جو ٻاريو اندر ۾ آڙاهہ.

ميان نظر صاحب (وفات 1252هہ) کي ٻہ فرزند هيا: وڏو خواجہ نجم الدين ۽ ننڍو ميان محمد غوث. ميان نظر محمد جي وفات کان پوءِ سندس وڏو پٽ خواجہ نجم الدين درازي مسند عشق تي جلوه افروز ٿيو.
ميان نجم الدين جي حضور ۾ فقير غلام حيدر هن طرح ٿو ٻاڏائي:

1 – نجم الدين تي ننگ آهي مون مسڪين جو.

2 – نجم الدين جي نينهن نوازي، در تي دم دم منهنجي آزي.

مِيان محمد غوث (وفات 1272هه) ولد ميان نظر محمد نهايت خوب صورت ۽ نيڪ سيرت هيو. سخا ۽ عطا ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. سندس مزار طور سينا واري مقبري ۾ پنهنجي والد محترم سان گڏ آهي.

غوثل جي گفتار جو، ورهه وڏو مون کي ونگ.

بهرحال فقير غلام حيدر درازي درويش جو پڻ مريد صادق هيو.

## فقير صاحب جو اولاد

فقير غلام حيدر ٻه شاديون ڪيون هيون، جن مان کيس ست پٽ ڄاوا، 1 - مينگهو فقير، 2 - علي مراد فقير، 3 - دين محمد فقير، 4 - در محمد فقير، 5 - خداداد فقير، 6 - ڳوڏو فقير ۽ 7 - غلام نبي فقير.

## وقت جي حاڪمن سان لاڳاپا

فقير غلام حيدر جي وقت جو حاڪم، مير علي مراد خان پڻ عقيدتمند هيو. جنهن فقير صاحب کي جاگير ڏيڻي ڪئي. مگر فقير صاحب ان کي سڪو ٽُڪر سڏي وٺڻ کان انڪار ڪيو. فقير صاحب جو مقبرو پڻ مير علي مراد خان تعمير ڪرايو هو، جيڪو هينئر پوئينرن جي عدم توجه سبب خسته حالت ۾ آهي.

## فقير صاحب جو شعر

فقير غلام حيدر سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ٻولين ۾ شاعري ڪئي آهي، جيڪا بيت، ڪافي، مولود، مدح، مناجات ۽ مرثين جي اصناف سخن تي مشتمل آهي.

فقير صاحب جي ڪافين ۾ اندروني قافيي جو سٽاءُ ڏاڍو وڻندڙ ۽ دل کي ڇهندڙ آهي. جيئن:

چشم چال، ڪري ڏمال، دونها درد ڏکايا،
نينهن ناز، دلنواز عقل سات لٽايا.

هن مناجات ۾ پڻ اندورني قافيي جو سٽاءُ تمام سهڻي نموني نيايل آهي. جڏهن هيءَ مناجات ميان سرفراز عباسيءَ جي مشهور مداح، پلاڃام، هن غلام جي پران چيل آهي:

يا شاهه، ڪرنگاهه، علي شير خدا جا،
سٽي آهه، ڪري ڪاهه، اچين نور نبيءَ جا.

هن ڪافيءَ ۾ فقير صاحب سنڌي اصطلاحن ۽ محاورن کي تمام سهڻي، سليس ۽ عام فهم زبان ۾ بيان ڪيو آهي:

جهڙا تهڙا پانهنجا ڇني نہ ڇڏجن،
ٻيڙيءَ چاڙهي سپرين، ڇر ۾ نہ ڇڏجن،
اوٺا پوٺا پانهنجا، پير پري پڇجن،
پڳهہ جي تہ پريت جا، تاٽي توڙ ڪجن.

مطلب تہ فقير غلام حيدر پنهنجي دور جو اهم صوفي شاعر هيو، جنهن جي فن ۽ فڪر تي سچل جي گهري ڇاپ آهي.

## وفات

آخر هن درويش صفت صوفيءَ 1278هجري مطابق 1861ع ۾ هي مٽيءَ جو ملڪ ڇڏي پنهنجي رب ڪي پرتو. فقير صاحب جي وفات کانپوءِ سندس وڏو فرزند مينگهو فقير گاديءَ تي ويٺو. سندس چونڊ ڪلام پڙهندڙن کي هديو ڪجي ٿو.

## بيت

1- هادي آهه حڪيم، مولا ساري ملڪ جو،
سڀاجهو سين، پرين رازق رب رحيم،
اجهو آسيئڙن جو، قادر قرب ڪريم،
"لاتقنطو" ترهو، اجهو آهي عظيم،
غلام حيدر ناهه ڪو، آهي رب عليم،
ڪاڪيون! آهه ڪريم، لک چوراسي جوڻ ۾.

2- نيتان ڪيئن نماز، جو سڪ سنڌو ئي نه ڏئي،
"ونحن اقرب" ويجهڙو عشق ڪيا آواز،
"فاذ ڪروني اذڪر ڪم" رمز لڳي دم تاز،
ڪيو وحدت ويڙهه وجود کي پرت ڪيو پرواز،
"موتو قبل" محو تيا ڏسي نيڻن ناز،
"فاينما تولو فثم وجه الله" برهه بڇايا باز،
غلام حيدر غلبو ڪيو شوق شاهي شهباز،
ڪر سر ڏيڻ جا ساز، تونهين تند وڄاءِ تون.

3- روڳي رڪعتن ۾ اوري تا اڙجن،
عاشق لنگهيا اڳتي سورهه سر ستن،
رليا وڃي رند رام سان هو ويتا وقت پڇن،
غازي وڃي گم تيا هو بيتا منجهه تڪرن،
"ونحن اقرب" ويجهڙا ٻوڙا ڪين ٻڌن،
"لاتفقطو" ترهو عاشق عين ڏسن.
محبت جي ميدان ۾ پهل ڪئي پتنگن،
غلام حيدر غير جون ڪپيون لامون لاهوتين،
هو روزن منجهه رلن، هن کي هر دم ڏس حضور ۾.

4- انـڌن ڪـي الله جـي ڪـل پـوي تـي ڪـانـہ،
روڳي سپ رهجي ويا گـانـڊو مـنـجـهـہ گمان،
لنگهـي لاهـوتـي هـلـيـا ڪـٽـي سـڪ سامان،
غـلام حـيـدر ڪـدي چـڏ تـون زهـد زيـان،
جي موج ڪيا مستان، سي جدا جالن ڪـيـنـڪـي.

## ڪافيون

اهـي آڌوتـي اٽـمـوٽ، رمـزان روز رلائـن تـا،
چـئـنـچـل چاڙهـي چوٽ، سـرنـدا سـاز وڄـائـن تـا.
سوز سناسين سرتي چايو، محبت وارو مينهن وسايو،
پـيـچـي عـدم جـي اوٽ، جـلـدي جسـم جـلائـن تـا.
برهہ بيراڳي عاشق ڪيئڙا، نينهن نشانبر نامپان نـيـڙا.
اسـم ذاتـي دم چـوٽ، سـامـي سـنـک وڄـائـن تـا.
عشق اليلان چوليون چتڪن، برهہ جا بادشاهہ دم دم اٽڪن،
گهور ڪـيـون ڏس گهوٽ، سورهيہ سر سنـيـائـن تـا.
غلام حيدر گر گرفتاران، لنءُ لنءُ لوليِ تانگهہ تـنـوارن،
پـيـچـي ڪُـفـر جـا ڪـوٽ، مـرشـد مـدد مـلـهـائـن تـا.

(2)

سـامـي هـن سـنـسـار جـي سـڪ ۾ پـاڻ سـڪـائـن تـا،
سڻ غـازيـن جـي گـفـتـار، لـوڪـان پـاڻ لـڪـائـن تـا.
موج مستيءَ جي جنهن سر آئي، تسبيون ڇڏي ٽيا ترت تـوائي،
انـهـن ڪـيـو اظـهـار، گـيـت انـا الـحـق ڳـائـن تـا.
لنگهي لهر ۾ پيا لاهوتي، نينهن ڪياسي نيئي ناسوتـي،
چـيـر لايـو چـمـڪـار، روح ۾ رام ريـجـهـائـن تـا.
انـا احـمـد بـلامـيـمـي، رمـز ربـانـي رحـم رحـيـمـي،
جـيـئـن جيـئـن بـرهـا بـار، سـامـي سـوز سـهـائـن تـا.

غلام حيدر غير وڃائي، لنگهيا لاهوتي ناد وڄائي،
تيا ملک ساري مختياري، نوبت نينهن وڄائڻ تا.

(3)

اسين ڀاڻ ڪان وياسي،
ڪنهن جاءِ ڀيءَ پياسي.
ونحن اقرب ويجهڙو،
اسان موتو مري جياسي.
هر دم هاديءَ حال ۾،
اسان نوبت نينهن نياسي.
جانب آيو جوءِ ۾،
اسان صدقي سر ڪياسي.
لاحد لولي يار جي،
اسان روحي رمز رلياسي.
غيرت ڳالهيون غير جون،
ڀيا وهم سڀ وياسي.
وحدت ويريون آئيون،
اسان سوريءَ صاف تياسي.
غلام حيدر گرسان،
هردم هڪ تياسي.
چشمن جوتان لائيون،
گوشي درد گڏياسي.

(٤)

عشق مچائي ذم ذام،
نرڪ تڏان اسلام تيوسي.
فوجان حسن ديان چوقير چڙهيان،
مشرق مغرب مول نہ اڙيان،

دوست گهتيا دل دام،
جوشان دا كوجام پيتوسي.
نوبت نينهن دي بيرنگ بازي،
ماهي مليا دوست درازي،
اصلئون ها انجام،
رم رم وي وي رام رهيوسي.
انا احمد عشق اشارا،
بلا ميم نينهن نقارا،
محبت موج مدام،
عشق والا انعام ڏيوسي.
غلام حيدر گم صورت وچ،
مرشد والي ماهه مورت وچ،
هادي حق هنگام،
عشق ساڏا امام ٿيوسي.

(5)

عشق آيا اسرار، برهه بيدار كيتوسي.

نال ماهي مئن نيهڙا لايا، جهولي يار اساڏي سمايا،
برهه كيتا پڙكار، وحدت وسكار كيتوسي.

دم دم دلبر ديدان لايا، جان جسم وچ پڙكن باهيان،
ماهي مليا مختيار، تڏان سينگار كيتوسي.

ونحن اقرب لڳڙا نعرا، آپي كيتا عشق پسارا،
لنؤ لنؤ وسدا يار، قتل كي كار كيتوسي.

غلام حيدر حيرت هوئي، لنؤ لنؤ وسدا يار اهوئي،
دوست مليا دلدار، اندر ديدار كيتوسي.

## 2_ مينگهو فقير شر ( 1817 _ 1895ع)

مينگهو فقير پٽ غلام حيدر شر، ڳوٺ مينگهي شر تعلقي ميرواهه ۾ 27 رجب، 1233هه/1817ع ۾ ڄائو. سندس اصلي نالو حبيب الله هو، پر پوءِ پٽس ڪيس هن ڪي درويش "مينگهي ڏنگراج" جي نالي سان سڏيو ۽ انهيءَ نالي سان مشهور ٿيو. اڻ پڙهيل هو، قرآن شريف جون ڪي آيتون ياد هئس جي پيو اچاريندو هو. شعر چوڻ پيءُ جي صحبت ۾ سکيو. مينگهو فقير حد درجي جو سخي ۽ رحمدل هيو. سندس در تان ڪو به سوالي هٿين خالي ڪونہ موٽيو، مينگهي فقير جو ڪلام سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي ٻولي تي مشتمل آهي، فقير صاحب بيت، ڪافيون، سي حرفيون، مداحيون ۽ مناجاتون چيون آهن، جيڪي پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

مينگهو فقير ميان نظر محمد ( 1201هه - 1252هه) جو طالب هيو، فقير صاحب اڪثر پنهنجي ڪافين ۾ درازي درويشن ۽ درازن سان محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي:

1 - شعلو شاهہ دراز جو،
مينگها مست مدام.

2- مينگها محفل مرد ملهائن، دست وئي سي درد ڃڳائن،
درازي ديدار ڏسو.

3 -مينگها متارا موج ۾، پيالا پيتائون اوج ۾،
دم دم درازي فوج ۾، وحدت واديءَ ۾ غرق.

هي پڻ حقيقت آهي تہ تصوف جا سڀ سلسلا حضرت علي عليہ السلام کان شروع ٿين ٿا. سنڌ ۾ صوفي شاعريءَ جو بنياد ئي حضرت علي عليہ السلام جي هن فرمان تي ٻڌل آهي تہ "من عرف نفسہ فقد عرف ربہ" جنهن پاڻ سڃاتو تنهن ڄڻ تہ رب کي سڃاتو. هر صوفيءَ پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ۽ تبليغ ڪئي آهي. سنڌ جي سيني صوفي شاعرن حضرت علي عليہ السلام سان پنهنجي عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪيو

آهي. مينگهو فقير به انهن مان هڪ آهي. فقير صاحب پنهنجي ڪافيءَ ۾ پنهنج محبت ۽ بيوسيءَ جو بيان هن طرح ڪري ٿو:

جت هت نه پڇي پير،
اتي ايندو علي شير.

عرش فرش ۾ حيدر هوڪو، ڳالهه اها سمجهو لوڪو
تنهن جو ثاني ناهي ٻيو ڪو، ڪفر ڪنبائي ڪير.

قلندر شهباز سنڌ جي نامور، هستين مان هڪ اهم هستي آهي، سنڌ جي اڪثر صوفي شاعرن قلندر شهباز جي شان ۾ گوهر افشاني ڪئي آهي. جن مان مينگهو فقير به هڪ هيو. مينگهو فقير هڪ ڪافيءَ ۾ چوي ٿو:

اچي رس مير مروندي،
قلندر ڪر مدد منهنجي.

تنهنجي پيو پيش پينارو، سڄ هي عرض تون سارو،
سچا سيد تون سوپارو، نيائج ننگ تون ننگي.

مينگهي فقير کي ٽي پٽ هئا. غلام شاهه، قائم فقير ۽ مراد علي. فقير صاحب 1895ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات بعد سندس مربي پٽ غلام شاهه گاديءَ تي ويٺو. سندس ڪلام جو نمونو پڙهندڙن کي هديو ڪجي ٿو:

**بيت**

1- نفس وڏو نادان، وڙهج ويريءَ سامهون،
ڪل ڪتي جي رکي ڪوڪيو جنگي جوان،
مدعيءَ کي مهميز سان، پرزا ڪجي پاڻ،
"ڪل نفسٍ ذائقته الموت" اهو اتي اهڃاڻ،
مينگها مرشد ساڻ، وتي نه آهي وار جي.

2- ڪاڪيون ڪوهيار دل جي، ڪوڪ پوي ڪا ڪن،
اندر اوهيرا ڪري، محب وٺو آهي من،
طلب جون تارون لڳيون، لڳو راڳ رڳن،
مينگها مولائين، تڪيا ڪيا توحيد ۾.

3- تڪيا ڪيا توحيد ۾ ، ساجهر سويري،
مج مرشد جي ڳالهڙي تحقيقا تاري،
"موتو قبل انت موتو" انهيءَ اشاري،
جڏا جياري، مينگها آيو مصطفيٰ.

## ڪافيون

عشق حسن اسرار ڏسو،
سر سوليءَ هسوار ڏسو.

چٽ پٽ چشمان چوٽان لائن، گهڙيءَ گهڙيءَ سي گهوران گهائن،
ناز نيٽن نروار ڏسو.

زوريءَ زلفان جادو لائن، مزگان مرچي آڻ آڙائن،
صاف سيني ستڪار ڏسو.

ابرو سيف ايراني اڙائن، ڪاڪل قاتل آڻ ايارن،
چشمن جا چمڪار ڏسو.
مينگها محفل مرد ملهائن، دست وٺي سي درد جڳائن،
درازيءَ ديدار ڏسو.

(2)

اکين اسرار جون ڳالهيون،
سوين چالا لکين چاليون.

اڙن چوڪيون اچي چوري، ظاهر ڪن زلف تا زوري،
برھ بيرنگ ڪئي پوري، ڪيان ڪهڙيون ڪنهن سان ڳالهيون،

اچن فوجان حسن پهريون، لکين لاحد چڙهن لهريون،
چلائن چوٽ سين چهريون، ڪري بيداد سي پاليون،

لائن هينئڙي اندر هوري، وجهن اهڙي ڪٽي ڏوري،
هميشه هوند هڪ جهوري، نيڻن نوڪان آهن نراليون،

مينگها مرشد چيو چاري، اندر اورچ نہ ٿي عاري،
جيئن جڳ سان گهمين ساري، جانب سان جوءِ ۾ جاليون.

(3)

رند روز رمزن ۾ رتا، اسم ۽ جسم ڪي ڏين ترڪ.

مست مئخاني هليا، سوليءَ مٿي سالڪ سليا،
جهوليءَ نہ ڪنهن بيءَ ڏي جهليا، موتو قبل مانجهن مرڪ.

گهوٽ گهورن گهائيا، ڳالهين ڳٽن سي ڳائيا،
نينهن نعري نائيا، ڪن طمع توڪل سان ترڪ.

سانگا چڏيائون ساهہ جا، اسم و جسم الله جا،
راڪا ٿيا رب راهہ جا، ورهہ وصل وارن ورق.

مينگها ستارا موج ۾، پيالا پيتائون اوج ۾،
دم دم درازي فوج ۾، وحدت جي واديءَ ۾ غرق.

(4)

ناحق ٿئين نادان، وينئين پنهنجي واٽ وڃائي.

ڪاڏانهن آئين ڪاڏي ويندين، هٿ نہ هوندين لوءِ لڏينديـن،
پڙ فرمودو فرقان، فاذڪروني اذڪرڪم آهي.

حرص هوا ۾ ٿئين حيراني، دسي وينئي دڳ ديواني،
مخنث واري مام، طالب دنيا تو ۾ آهي.

روز الستيءَ آواز الائي، ڪالهہ قالوءَ جا قول ٻڌائي،
سنبري نہ ڪنئين سامان، اهو تعجب تنهنجو آهي.

مينگها مرشد موج جڳائي، وحدت واري راهہ بنائي،
جنگ پياري جام، جوڙي جوش جڳائي.

(5)

چشم ڪنيون ٿو ڇُٽين،
نيڻن واري ناز سان.

بينسر بازو بند زوراور، پاڻ هنيون ٿو ڀُٽين،
جيئن شيرين ڪيو فرهاد سان.

چاهہ زنخ ۾ شاهہ سڪندر، قيد ڪيون ٿو ڪُٽين،
جيئن شاهہ محمود اياز سان.

پلپل پلڪارن پور رکن ٿيون، محبت مور نہ مٽين،
مينگها دم تي شاهہ دراز سان.

(6)

دلڙي لٽي دلبر وئين، بيشڪ نيڻن جي ناز سان،
قول قالوءَ جا ڪيم تنهنجي الستي آواز سان،

فاذڪروني فيض اتئي ذڪر واري امداد سان،
هيئنڙو حبيبن هٽ ڪيو، بازي برهہ بيداد سان،

مهت مون سان ڪر ملڻ جو ”اقرب“ واري ارشاد سان،
خنجر ڪنيو خوني هڻن، جيئن ڪيئي فرهاد سان،

خيال خارج سڀ ويا، تنهنجي نظر نواز سان،
قيس جيئن قربان ٿيئڙو، ويڙهيو ولين وڻ زاد سان،

مينگها جيئن مشهور ٿي، سورهيہ ڏين سر ساز سان،
قدمن مٿان قربان هر دم، صاحب سچي دراز سان.

### 3 _ قائم فقير شر (1857 _ 1990ع)

قائم فقير ولد مينگهو فقير شر، ڳوٺ مينگهي شر تعلقي ميرواهه ضلعي خيرپور ۾، 13 شوال، 1274ھ /1857ع ۾ ڄائو. فارسي ۽ عربي تعليم حاصل ڪري دستاربند عالم ٿيو. سندس شعر سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ٻولين تي مشتمل آهي، جنهن ۾ فقير صاحب جا بيت، ٽيهه اکريون، مولود، مناقبات ۽ ڪافيون مشهور آهن. رسول ڪريم ﷺ ۽ اهلبيت ڪرام جي محبت ۽ عقيدت سندس ڪلام ۾ جهلڪا ڏيندي نظر اچي ٿي. جنهن جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

1 - علي حق حيدر، پڇي ڪوٽ خيبر،
ٻڌي سوال سائل، آجو قيد ڪئون ڪر،
منجهئون مهر محبت، ڏيو جام وحدت،
ڪري پر پيالو ساقي حوض ڪوثر.

2 - دين علي ايمان علي اعليٰ افضل شان علي،
طالب ٻيو طبيب نه پڇي ريءَ مرتضيٰ مشڪل ڪشا،
حيدر آهه حڪيم هيٺن جو درد مندن درمان علي.

3 - شاهه علي درياهه علي، هيٺن جو همراهه علي،
”لحمڪ لحمي دمڪدمي“ حضرت جو همراهه علي،
ترت لنگهائج تار انهيءَ مان، عاصن لڳ الله علي،
تو ريءَ تڪيو ناهه ٻيو، وارث ڪرڪا واهه علي،
حب گهران حسنين حمايت، پنجتن پشت پناهه علي.

هي فارسي غزل پڻ درگاهن تي اڪثر ڳايو ويندو آهي.

ورد است در زبانم نام علي علي،
شب روز ثنا خوانم نام علي علي.
”من ڪنت“ گفت مرسل، مولائي مومنان را،

رهبر وسيلہ دائم نام علي علي.
قائم غلام قمبر، قمبر غلام حيدر،
قربان تن وجانم نام علي علي.

قائم فقير، سخي قبول محمد ثاني (وفات 1925ع) جو طالب هيو، جنهن جو ذڪر فقير صاحب پنهنجي شاعري ۾ ڪثرت سان ڪيو آهي:

1 - مرشد مسند تنهنجي قائم قيامت تائين،
دوست درازي دلبر، حامي هادي حيدر،
پنجتن تنهنجي پاڪ، سيد توسان سائين!

2 - ڪر قائم سر قرباني، جند جان صدق مهماني،
مليا شهر درازن جاني، آوي دوست ڏيوي دلداري.

قائم فقير 24 ربيع الثاني 1334ھ/1906ع ۾ وفات ڪئي. قائم فقير جو چوند ڪلام پيش خدمت آهي.

بيت

1- نرگسي نين سياھہ سڄڻ دي، ناز پري نروار ڏوهين،

ڪاڪل سنبل خنجل ڪريندي، مشڪ ختن تاتار ڏوهين،
مزگان تير ڪمانان ابرو، خاص خنجر تلوار ڏوهين،

نال عشاقان ڪرن لڙائي، سيني وچ ستڪار ڏوهين،
قيامت سرو صنوبر طوبیٰ، غنچہ دهن گلزار ڏوهين،

لب مرجان يا لعل بدخشان، خنده شڪر گفتار ڏوهين،
چنچل چال ڪيتي، شرميلي، فيل ڪبڪ رفتار ڏوهين،

شمس قمر قربان تيون، صدق صدق صدبار ڏوهين،
شوق شبر شبير دا شامل، دوست ميڪون درڪار ڏوهين،

حسن حسين حمايت ميڏي، مولادي مختار ڏوهين
قائم حامي وچ حشر دي، نبيؐ، عليؑ سردار ڏوهين.

2 - ڪدي ڪانگل تو ڏيان، جيءُ بـڪـيـون جيـرو،
وجـي ڪـاءُ ولات ۾، جت دوسـتـن جـو ديـرو،
پـڇـي مـان پـريـت مـان، پـريـن ڀري پـيـرو،
قـتـل هـي ڪـيـهـو، قـائـم قـربـانـي تـيـو.

3 - راٺا سـيـاٺـا مـيـنـڌار، ڪـامـل اڄ ڪـاهـي،
مـهـٽـا جـي مـومـل جـا، لالـڻ ڇـڏ لاهـي،
ٺـاهـ اڄ ٺـاهـي، قـائـم ڪـنـور ڪـاڪ جـا.

## ڪافيون

تنهنجي حسـن ڪـيـا حيـران، سـويـن سـلـطـان ڇـوان،
غب غب ۾ جيئن غرق سڪندر، يوسف منجهہ ڪـنـعـان،
مصــــر زنــــدان ڇــــوان.

هـد هـد ڏس حـيـرت ۾ آنـدو، حضـرت سـلـيـمـان،
ســـبـــا ايـــران ڇـــوان.

ادهـم ابـراهـيـم ڇـڏيـو هـو، سـارو سـڀ سـامـان،
طــنــبــو طـولان ڇـوان.

مـلـڪ فـلـڪ ٿـيـا جـتـي سلامـي، بـاري آهـي بـيـان،
زمـــيـــن آســـمـــان ڇـوان.

پير بزرگ شـيـخ مشـائـخ، ڪـوڙيـن مـنـجـهـہ ڪـفـران،
مـــثـــل صـــنـــعـــان ڇـوان.

دم دم منهنجي دلـبـر جـي در تـي، جـن مـلـڪ انـسـان،
قـــائـــم قـــربـــان ڇـوان.

(2)

اهي موڳا اٿي منهن ڪار، ملان مردار چوان.
مردي خور مقامي چپرا، پس پٽين جا پار،
چٽيل چوڏار چوان.

نور تڪن تا نذر ندورا، ويٺاڪن ويچار،
انڌا آزار چوان.

طالب الدنيا مخنث ملڙو، پاڙيا بي اعتبار،
تڙيل تڪرار چوان.

قائم ڇڏ تون ڪندڪتن جي، روحي ٿي رهوار،
نسنگ نروار چوان.

(3)

پسي حور پري غلمان، ٿيڻ قربان لڳي.
آيو شور بزار ۾، مصري ٿيا مستان،
ڏسڻ ڪنعان لڳي.

گلگون رنگ گلابي چهرا، سوز درد سامان،
نظر پريشان لڳي.

چاهه اندر لڪ بابل جا، هاروتي حيران،
املهه انسان لڳي.

قائم ڪرتون صبر سلڻ ڪئون، عشق عجب آفتاب،
زمين آسمان لڳي.

(4)

عشق جي آوڙاهه ۾، سر اڇلي ٿي سرخرو،
دم دم پسين ديدار تون، آهي رمز روحي روبرو.

منصور سوليءَ تي چڙهي، مرد ڏس معراج ڪيو،
”وفي انفسڪم“ چئي، آهي فيض تو ۾ ”فاذڪُرو“.
”انا احمد بلا ميم“ سخن ڪيو سرور سچي،
”بسم الله والحمد الله“ موج مرسل موہمو.
”قم باذن الله“ نينهن تنهن نيشان ڪيو،
قم باذني شمس چئي، قول قائم ڪو بڪو.

(5)

ڪري حملو حُسن آيو، نسنگ نروار وهه وهه،
خنجر پيڪان جيئن پنبڻيون، چشم چيڪار چهه چهه.
ڪمان قوس قزح ابرو، يا شمشير ايراني،
چڙهي آهي فوج دراني، دلي دهڪار دهه دهه.
لڪين لقمان افلاطون، تيا حيرت ۾ حيران،
ڪيئي داناءَ تيا ديوانا، حسن بازار قهه قهه.
ڪاڪل ڪلنگي زلف زنگي ، هٽي جن باڻ دل ہنگي،
پهري جنسار سي جنگي، تفنگ تلوار ٺهه ٺهه.
ڪري جلوو آيو جاني، ڪرڻ مشتاق قرباني،
عجب لب لعل مرجاني، شڪرگفتار ٿهه ٿهه.
ڪوڙين سر هجن قائم، ڪيان سي يار تان صدقي،
ڪوڙين قدمن تان قرباني، ڏين ڏهوار ڏهه ڏهه.

(6)

ديدان دلبر فوج دراني، مزگان تير ڪٽاري وي،
ونگ وجهن اڙہنگ دل ڪي، نيڻ نسنگ نرواري وي،
مارن ڪيئي مهميز هزارين، حملي سان هڪواري وي،
ڪائن خون دلين جو ديدان، ترس نه ڪن تڪراري وي،

سيني ستن سيف ايراني، ابرو ڏيئي الاري وي،
زلفان جنگي، جنگ فرنگي، حبشي حسن هزاري وي،

لب مرجان لعل بدرخشان، غنچه دهن گلزاري وي،
ملڪ، فلڪ جا ڪيئي خادم، زهري ظالم زاري وي،

قائم سر قربان سڄڻ تان، جان صدق سؤ واري وي،
دلبر آيو ديري اسان جي، درشن جي درڪاري وي.

## 4- مراد علي فقير شر

مراد علي فقير پٽ مينگهو فقير شر وينل ڳوٺ مينگهو شر، تعلقو ميرواهه ضلعو خيرپور ميرس 26 شعبان 1303 هجري مطابق 1885ع ۾ ڄائو. شاعري ڪيس وڏن کان ورثي ۾ ملي.

مينگهي فقير کي ٽي پٽ هئا: غلام شاهه، قائم فقير ۽ مراد علي فقير. مينگهي فقير جي وفات بعد غلام شاهه گاديءَ تي ويٺو. غلام شاهه بنا اولاد جي گذاري ويو ۽ قائم فقير وري غلام شاهه جي حياتيءَ ۾ ئي فوت ٿيو. تنهن ڪري غلام شاهه جي وفات کان پوءِ سندس ٽيون نمبر ڀاءُ مراد علي فقير مسند تي ويٺو.

سندس ڪلام تمام ٿورو آهي جو پڻ ٻين شاعرن جي ڀِران چيو اٿس. فقير صاحب امي هيو، مگر سندس اندر جي اک ڪليل هئي. سخي قبول محمد ثانيءَ جي صحبت ۾ رڱجي ريتو ٿيو. سندس هڪ مناجات تمام مشهور آهي، جيڪا هن ميان سرفراز عباسيءَ جي مدح ڀِران چئي.

### ڪافي

الهه ڪون دم آهين وچ چاڻ، الف جيوين وچ بسم الله.
صورت مرشد معنيٰ ويکين، سري سر ۾ هو الله.
لا الله وچ گم ٿيوين، اثبات ڪرين الا الله.
انا احمد بلاميم، صورت سمجهين صلي الله.

سبحاني ما اعظم شاني، آپي كيتس اي الاءُ،
عدم كنون جو آيا آپي، كون پڇاڻي پساهہ،
"مراد علي" معنيٰ موهيا، صورت سڀ ۾ صلي الله.

(2)

جڏهن عشق كيو ارشاد،
سڄڻ مون آهہ صحي سڃاتو.

سميع بصير ٻڌو هيءَ ٻولي، نينهن وڃايو ناد.
عليم كليم بہ آهہ اهوئي، سمجهي تيءُ دلشاد.
پاڻ وڃائي تي تون پڌرو، اندر كري آباد.
ڇڏ خوديءَ جا خيال وڃائي، وٺ عشق سندو امداد.
مراد علي نينهن نوازي، ڇڏ خوشيون ۾ خواب.

(3)

عشق ناهي آسان
جذبئون جسم جلائي تو.

باهہ برهہ جي ڀڙكو لايو، وهم وجودي غير وڃايو،
سر تئي سبحان، ناميون نينهن نچائي تو.

صورت آهي سير سلطاني، بي صورت ۾ جلي جسماني،
ناهہ منجهان نشان، هر جا حكم هلائي تو.

عاشق كول اكيون ڏس اوڏاهين، منهن كيو بيٺو آهہ توڏانهن،
پري نا ياڻئج پاڻ، الانسان الائي تو.

رهبر آهي رمز رحماني، ونفخت فيه راز نهاني،
اڇڻ جو احسان، مراد علي ڳڻ ڳائي تو.

(4)

ناتو نينهن لڳو دلجائي، آهي وات پنهل جي وائي،
برهه بيرنگ رنگ ۾ آيو،
سمجهه! تي سڌ سيائي.

جوش اندر جولان مچايا،
برهه اچي تيو پائي.

سيئي سور سيني ۾ آيا،
سڄڻن سڪ سمائي،

مراد علي محب ملڻ جي،
ڪر وحدت واري وائي.

(5)

ملڪ متو مارن جو سانگي سدائين سڪيا.

عمر تي آهيان ماندي، بيوس ڪيو تي باندي،
مارن کي نيئي ملنديس، ڏئي جيءَ جان جفا.

ڪوهه ڪتون ۾ن خور مان، قالودا آهن قڪا،
ويڙهيچن ڏي ويندس، مارو من کي متا.

قسمت قيد ڪيو، وسري ترت ويو،
سرتين کي سارينديس، پکڙن منجهه پکا.

مراد علي ڳهٽا، ڪين لڳن تا سهٽا،
جهانگين سان جاليندس، عيش ڪري سپ ڦٽا.

## مداح

1- ڪيم گناهه، سنجهه صباح، بديون يار بخشايان،
آهيان ڏڏ، سٽي سڌ، اچو نيڻ وڇايان،

ڪيو نفس، گهٽو نحس، گهران بخش ڀلايان،
سٽي سوال، ڪيو ڀال، هيٺن هوت حمايتان،
ڀڏو سڌ، گولي گڏ، ڏيو برهه براتان.

2- وئي عمر سربسر، گناهن ۾ گڏياسي،
سوا شاهه، ناهي واهه، پرين پيش پياسي،
ڪيم ڏوهه، گهٽا ڊوهه، چوڻ چور هلياسي،
ڪري واهه، لڳ الله، سهٽا سام پياسي،
سچا سردار، ڏي آڌار، ڳچيءَ پاند ڪياسي.

3- ڏيو سمر، منجهه قبر، واهر وير وسيلا،
ڏينهن قيام، ترميزان، اچو يار البيلا!
پائي پوشاڪ، آئين لولاڪ، منجهان راز رسيلا،
منجهان احد، تئين عبد، هئين اصل اصيلا،
منجهان حال ڏيو خيال، تئي پرت پئيلا.

4- ڏيو مدت، منجهه عزت، تئي عمر سجائي،
ڪيل تات، سڄي رات، نه ڪيان مات متائي،
قالوءَ قول، ٻڌم ٻول، ڪيان وعدي وفائي،
هجي سرت، سچي پرت، سڄڻ سود سچائي.

5- ڪيان حال، ڏيو خيال، اتم طلب تنوارا
ساعت سال، آهي محال، پرتئون رمز پيارا،
جيئڻ جنجال، ٻن وصال، آهن عشق اشارا،
ڀانيان ٻنبال، هي وبال، جدا محب مٽيارا،
منجهه رحم ڪريو ڪرم، پرين پاڪ پيارا.

6- وڃن قرض، لهن مرض، ڪونتل عشق ڪڏايان،
هجي راز، برهه باز، چشمون چوٽ چلايان،

تنهنجو خال، هجي بحال، نوبت نينهن وڄايان،
پرين پاڪ، جو اشتياق، وهم غير وڃايان،
ساڻ ديدار، ڏي آڌار، ديدان درس اُڙايان.

7- مراد علي، پرين هلي، اچي ڪندو پلي مون،
منجهان صفات، تئي اثبات، وحدت وير چڙهي مون،
محڪم موج، ڪري اوج، ذاتي ذڪر جلي مون،
گهران فڪر، ساڻ اثر، تن من تونهين چوي مون،
پڙهان ڪلمون، سچي دل مؤن، روحي رمز رلي مون.

## 5_ رجب علي فقير شر

رجب علي فقير ولد علي مراد فقير ولد غلام حيدر شر جي باري ۾ ڪا به تفيصلي معلومات نه ملي سگهي. فقير صاحب جو شعر پوين جي عدم توجه سبب ضايع ٿي ويو، مگر اسان کي جو ڪجهه ملي سگهيو آهي. سو تبرڪ طور پيش ٿو ڪريان:

### ڪافي

جبل ڏس جتن جون، ويون ڪاڏي قطارون،
جادوگر جت هليا، ويا اٿ ته اڏاريون،
سورن سسئي جو نيو آ، حسن هيڪارون،
وري ايندم ولهو، ٻُڌي ٻاڪارون،
راضي ٿيءُ رجب سان، لهه سگهو سنڀارون،
سٺي ٿيان سرهي، هوتن هونگارون.

### بيت

1- آٺايو ته اچان هلي، جي بيهان برهه ٻهير،
سرتيون ڄام پنهونءَ مون کي سڪ سبيل،
رڻ ۾ رسن رجب سان، پارس منهنجا پير،
مديني جا مير، ڪج ڪو داد دلگير جو.

2- الله اهي آڻ ، جن ڏنـي مـون ڏيـنـهـن تـيـا،
آهون عاجزجون سڻي، ڪج ڪا ور وراڻ،
اهي اچـن اگـڙ تـي، جـن سـان روح رهـاڻ،
ڪوهيارل جي ڪاڻ، تي رجب راهه نـهـاريـان.

3- آيا ڪي ايندا، مـون ڏي سـنـيـريـا سـپـريـن،
اچڻ ساڻ عـجـيـب جي، وهـم سـپ ويـنـدا،
هميـشـه هـونـدا، راضـي شـال رجب سـان.

## 6_ علي گوهر فقير بيخود

علي گوهر فقير ولد فولاد علي فقير شر، ڳوٺ مينگهو فـقـيـر ۾ 1918ع ۾ تولد ٿيو. فقير فولاد علي شر (وفات 1967ع) پنهنجي وقـت جو نامور صوفي ۽ رندي رمز رکندڙ درويش هـيـو. فـولاد فـقـيـر، غـلام حيدر فقير جي پيشن گوئي ۽ دعا سان عشق الاهي واري تصـوف جـي اعليٰ منزل تي پهتل درويش هو. سندس لائق فـرزنـد عـلـي گـوهـر فـقـيـر پنهنجي والد عبدالحق عـرف فـولاد عـلـي شـر جـي گـاديءَ کـي خـوب سينگاريو ۽ سنڀاليو. علي گوهر جو ڪـلام سـنـڌي، سرائـڪـي، اردو، هندي ۽ فارسي ٻولين تي مشتمل آهي. پنهنجي ڪلام ۾ علي گوهر ۽ ڪڏهن ڪڏهن بيخود تخلص ڪتب آڻيندو هو. جنهن ۾ فقيـر صـاحـب اعليٰ فڪر ۽ انوکي خيال جو وڏي بي خوفي ۽ دليريءَ سان بـيـان ڪـيـو آهي. سندس اڪثر ڪلام ۾ ٻين صوفين جي پيران چيل آهي. جيئن غـلام حيدر فقير جي ڪافيءَ جا ٻول چيل آهن:

پجري آدم دي پي آيـس، ڪـيـتـم سيـر الاهـي دا.

علي گوهر فقير چيو آهي ته:

پجري آدم دا مالڪ مين هون، ماريم طبل خدائـي دا.

سچل جي فن ۽ فڪر جي پڻ فقير صاحب جي ڪلام تي ڇاپ آهي،

سچل جو ڪلام آهي تہ:

هماري جان ڪون لڳڙي، هوائي شمس تبريزي.

۽ غلام حيدر فقيرجي ڪافي آهي:

هماري جان ڪون لڳڙي، هوائي شيخ صنعاني.

وري علي گوهر فقير چيو:

هماري جن ڪون لڳڙي، هوائي شاهہ منصوري.

سچل جي هڪ ٻي ڪافي آهي:

محبتۡ عشق مولا جي هزارين گهوٽ گهايا ها.
انهيءَ پڙ ۾ پهلوانن جوشؤن جيءَ جلايا ها.

ان خيال جي ترجماني علي گوهر فقير هن ريت ڪئي:

محب عشق مولا جي گهڻا غازي گنوايا ها.
ڪنيا جي موج مستيءَ جي اهي هن آر آيا ها.

سچل جي مشهور ڪافيءَ جا ٻول آهن:

نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار.

ان خيال کي فقير صاحب هن طرح بيان ڪيو:

انا ربڪم العليٰ،
انسان جو شان آهي بالا !

علي گوهر فقير 1989ع ۾ هن ناسوتي جهان کي خدا حافظ چيو.

### ڪافي

پڄري آدم دا مالڪ مئن هون، ماريم طبل خدائي دا.

لامڪان دا تخت بنايم، ڪرسي عرش نون پڇي ٺهايم،
وحدت ڪثرت ڏوهين رلايم، ذاتي ذوق ضيائي دا.

انــاالــحــق هــي مــيــڏا نــعــرا، آئـي، ان الله مــيــڏا نــعــرا،
ڪرسي عرش تي ڪيتم قرارا، شان ميڏا هي شاهي دا.

مام منصور نون مئن مارايا، شمس الحق دا مئن پوش لـهـوايـا،
خاص خليلي باغ بنايا، بانگ ميڏي بادشاهي دا.

”علي گوهر“ نالا پچي ڏاريم، ”الست بربڪم“ اول الايـم،
اپڻي طاعت ڪيتي منايم، شرف ميڏي شهنشاهي دا.

(2)

”انــا ربــڪــم الا عــلــيٰ“
انسان جو شان آهي بالا!

صورت ۾ بي صورت آهيون، بي مثل مثالا،
هر صورت ۾ حڪم اسان جو، ادنيٰ يا اعليٰ،
ساڳي صورت صاحب جي ٿئون، آهيون رب تعاليٰ،
ڪرسي عرش اسان جي ڪرتا، چست اهي چالا،
اعليٰ عشق علي گوهر جو نام سيئي نالا.

اڄ بہ فقير غلام حيدر شرجي روضي اڳيان رهنڌڙ ڪيئي منڙا ۽ مهربان ماڻهو شعر و سخن جي سهڻي نموني آبياريءَ ۾ مشغول آهن. جن ۾ عطا حسين عطا، محسن علي محسن، نواز علي وفا، جمشيد علي جمشيد، امير حسين دوست، محمد مٺل مٺو، وجود علي وجود، فقير نصيرڻ، ڊاڪٽر ارباب علي ارباب ۽ آدم فقير جا نالا سرفهرست آهن. هي سيئي مٽيادار سچل جي فن ۽ فڪر جي ورجاءَ ۽ وڌاءَ لاءِ مصروف سخن آهن.



## مددي ڪتاب


1. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: مداحون ۽ مناجاتون، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع.
2. ديوان ميان غلام حيدر: منگي پريس، خيرپور 1960ع.
3. غلام نبي ميمڻ: ٽماهي مهراڻ 1967ع.
4. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: قافيون پاڳو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، 1985ع.
5. ماستر محمد موسيٰ سومري جو بياض، 1898ع.
6. فقير علي نواز مسڪين جو بياض 1912ع.
7. ماستر محمد بخش سومري جو بياض 1956ع.
8. بنده جو گڏ ڪيل قافين جو ذخيرو.
9. امير حسين دوست جي زباني معلومات.

# محبت فقير سومرو

محبت فقير جو اصل نالو جمعو فقير هيو ۽ پير ڳوٺ پرسان مگرجيءَ جو رهاڪو هيو. سخي قبول محمد ثاني (وفات 1924ع) جو طالب هيو، جنهن کيس "محبت فقير" جي نالي سان سڏيو.

درگاهه مخدوم نوح جي سجاده نشين مخدوم غلام محمد عرف گلڻ ڄام (وفات 1363هه)، محمد فقير کٽياڻ (وفات 1939ع)، محمد فقير ڦرڙي (وفات 1952ع) سان خاص قرب هئس. فقير صاحب جي مخدوم احمد زمان لنواريءَ واري سان خاص عقيدت هئي، جنهن جو اظهار فقير هڪ ڪافيءَ ۾ ڪيو آهي!

اعليٰ عجائب عشق جو، اعلان ڪيو احمد زمان،
لولاڪ لما جو لقب لاثان ڪيو احمد زمان.

اڳين شاعرن جو اثر: هر شاعر پنهنجي پيشرو شاعرن کان متاثر ٿيندو آهي اهڙي طرح فقير محبت عليءَ تي به اڳين صوفي شاعرن جو اثر رهيو. انهن سيني شاعرن مان سچل جو اثر سندس ڪلام تي نمايان آهي. سچل سائين جي هڪ ڪافيءَ جا ٻول آهن:

سنوري آج سرموري بره باران آيا هي
ڪرم ڪرڪي صدف اوپر ابر نيسان آيا هي

فقير صاحب ان جو اثر هن طرح ورتو آهي؛

ڪري بارش برهه برسر بادل باران ٿي آيو،
صدف تي اج ڪري احسان ابر نيسان ٿي آيو،

سچل سرمست جي مشهور ڪافي آهي:

محبت عشق مولا جي هزارين گهوٽ گهايا ها

۽ محبت فقير جي ڪافي جا ٻول آهن:

عجب العشق نار الله جنين سر مچ مچايا ها،
پريمي پور ۾ پلپل پتنگن جيئن پچايا ها.

عثمان فقير سنڌي ڪافي جو اهم ۽ انوکو شاعر آهي، جنهن جي ڪلام جو اثر محبت فقير تي پڻ نمايان آهي. عثمان فقير جي مشهور ڪافي آهي:

نشا ڪيتم نيهن نواب ڪنون
جند چٽ پئي گناهه ثواب ڪنون

ان ڪافيءَ جي پيران دريا خان فقير جي ڪافي آهي:

نشا ڪيتم ڪيف ڪلال ڪنون
جند چٽ پئي جواب سوال ڪنون

انهن ٻنهي شاعرن جي ڪلام پيران محبت فقير جي هيءَ ڪافي، سهڻو ۽ سدا ملوڪ مثال آهي:

سرڪي پيتم شوق شهباز ڪنون
تي فارغ نفل نماز ڪنون

عثمان فقير جي هڪ ٻي ڪافيءَ جا شعر آهن:

اکين سيف سيني ۾ ساري لڳي
ڪجل ريهه ڪاري ڪٽاري لڳي.

ان ڪافي پيران محبت فقير جون ٻه ڪافيون ڏسو:

حسن جنگ جا زخم ڪاري ڏنم،
جگر جان جيري مان جاري ڏنم.

يا

حسن جنگ جابر جلالي لڳي،
ڪجل ڪاري ڪيفي ڪمالي لڳي.

سچل سائينءَ جي ہالڪن مان فقير نانڪ يوسف (1853ع) خاص پيارو طالب هيو. نانڪ يوسف جي هڪ ڪافي پنهنجي گهاڙيٽي (Form) جي لحاظ کان انوکي آهي. جنهن ۾ اندروني قافين جو سٽاءُ تمام پيارو آهي.

هم ديکا هي اسرار، برهہ بازار، تماشا پلپل کا وهہ واهہ
هم جاتون گي ہلهار، هماري يار، حسن کي جهل جهل کا وهہ واهہ

اهڙي طرح محبت عليءَ جي ڪافيءَ ۾ اندروني قافين جو سٽاءُ پڻ تمام سهڻي نموني استعمال ٿيل آهي:

هم کيتا هي اثبات، همہ همذات، جلا جسمات، جسم وهہ واهہ
هم طور تہ هم تجلات، قائم کلمات، ڪلي ڪائنات، قدم وهہ واهہ

سچل سائين کان پوءِ صوفي شاعري ۾ بيدل فقير جو اهم مقام آهي. محبت فقيرجي ڪلام تي بيدل جو بہ گهرو اثر آهي. بيدل فقيرجي سنڌ مشهور ڪافي آهي:

سک رمز وجود وجاوڻ دي،
نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي.

ان ڪافيءَ کان ہدل فقير بہ متاثر ٿيو:

سک رمز جيتي مرجاوڻ دي،
نهين حاجت هنر هلائڻ دي.

اهو اثر محبت عليءَ هن طرح بيان ڪيو:

سک عادت عشق ڪماوڻ دي،
اک وچ اک اٽکاوڻ دي،

متين مثالن مان ظاهر ٿيو ته محبت فقير پيشرو شاعرن کان متاثر ضرور آهي، مگر فقير جو ڪلام سليس، عام فهم ۽ انداز بيان ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

**محبت فقير جو مجاز:** صوفين وٽ مشهور مقولو آهي ته ”المجاز قنطرة الحقيقت“ مجاز حقيقي عشق جي ڏاڪڻ آهي. فقير صاحب کي پڻ مجازي محبت جي مام موهيو هيو. ڳوٺ مجهد تعلقي گمبٽ ۾ مجهد پرسان هڪ ڍنڍ آهي، جنهن کي ہوگهڙ به سڏيندا آهن. اتي هڪ ٻيڙي هئي، جيڪا پار وڃڻ لاءِ ڳوٺاڻن کي اڪاريندي هئي. ٻيڙائت جو نالو جهنڊو فقير هيو. جيڪو پٺائيءَ جي درگاهه جو پانڌيئڙو هيو. محبت فقير جو ان جي گهرواريءَ سان معاشقو هيو. فقير مائيءَ کي هندورو به ٺاهي ڏنو هيو، جنهن ۾ مائي لڏندي هئي. ان محبت جو ذڪر فقير هن طرح بيان ڪيو آهي:

مجازي عشق من موهي، ڪيو ماهر مياڻيءَ سان،
ہڏاسون ہول ہوگهڙ تي، لائي محبت مهاڻيءَ سان.

**فقير صاحب جي وصيت:** محترم پناهه قرڙي لکيو آهي ته محبت فقير مرڻ کان اڳ وصيت ڪئي هئي ته:

1. ڪفن بدران مونکي پاتل ڪپڙن ۾ دفن ڪجو.
2. جنازي سان قرآن شريف نه کڻجو.
3. جنازي سان فقير يڪتاري سان ڳائيندا هلن.
4. پير اوڀر طرف ڪجو.(*)

فقير صاحب عمر جا آخري ڏينهن ڳوٺ جسڪاڻي تعلقي ڪوٽڏجيءَ ۾ رئيس خدا بخش خان جسڪاڻيءَ وٽ گذاريا ۽ وفات به اتي سن 1960ع ۾ ڪيائين ۽ مرڻ کان پوءِ فقير صاحب جي وصيت تي عمل به ڪيو ويو.

---

* محترم پناهه قرڙي جو مورخه 94-3-19 تي لکيل ذاتي خط. سندس ڪلام جو انتخاب پيش خدمت آهي.

## ڪافي

اسان پاڻ کي سڃاڻي وحدت ۾ پير پاتو.
اثبات نفيءَ واري نسبت ۾ پير پاتو.

وحدت ۾ وڪ وڌائي، پڌرو ٿي پير پائي،
قلبي قرب ڪمائي ، قدرت ۾ پير پاتو.

اثبات جو اشارو، آهي نفيءَ کان نيارو،
الٿو عجب اوپارو، عبرت ۾ پير پاتو.

بيرنگ برهه بحالي، بي مثل بي مثالي،
جلوو پسي جلالي، جميعت ۾ پير پاتو.

محبت علي ميثاقي، صوفي صفا ٿي ساقي،
اظهار ٿي اوشاقي[1] عرفت ۾ پير پاتو.

## ڪافي

جي پڇئي ته پاڻ سڃاڻ،
ظاهري زهد کان ماٺ مٺي ٿئي.
پيچ هئڻ عقبيٰ جو پولو، حور رقصور کان پلي ڇڏ پاڻ،
ڇڱي تنهن کان ورهه وٺي ٿي.*
ڇڏ طمع تڪرار، ٿي طالب، ترڪ دنيا واجب ڄاڻ،
ڪنهن سان ڪڏهن ڪين ڪٺي ٿي.
”وهو معکم اينما کنتم“، ساجن تو سان ساڻ ئي ساڻ،
”ونحن اقرب“ چست چٽي ٿي.
اول آخر ظاهر باطن، ڄاڻ انهيءَ کي پاڻ نه آڻ،
مڙ نه محبت سر جي سٽي ٿي.

(1) عشاقي
* ڇڱي تنهن کان وهه جي وٺي ٿي (بياض علي محمد فقير کهڙو)

## ڪافي

صفت اولي ۾ آهيان انسان، نہ تہ نانوَن ڪان آهيان نرالو،

1- بيڪ بشر جو پول پلايم، ڪثرت راند ڪري ريجهايم،
ساڻ سورن جو ڪٽي سامان، هر هنڌ آيس تي هرتالو.

2- سود ثواب جو سائل ناهيان، ويد قرآن جو قائل ناهيان،
نہ ڪو دين ڌرم ايمان، پاڪ پليت ڪان آهيان پالهو،

3- ڪلمو "ڪن فيڪون" پڙهيوسي، گوناگون بيچون ٿيوسي،
جوڙي سارو جڳ جهان، لک چوراسي جوڻ ۾ جالو،

4- احد منجهان هت عبد تي آيم، محبت نالو نام ڌرايم،
ماڳ مگرجي(+) ڪري مڪان، ڪاڻ قرب جي ڪيم ڪشالو.

## ڪافي

سهڻا تنهنجي برهہ ۾ بيمار تي رهيو هان.
ڪونهي قرار توريءَ بي قرار تي رهيو هان.

1- ڪيئي حڪيم حاذق ڪري ويا هزار حيلا،
پيو فائدو نہ تن مئون، ورتم ڪيئي وسيلا،
هاڻي فقط اوهان جي آذار تي رهيو هان.

2- پيتيون سوين ستيون مون، حاصل نہ تي شفا ڪا،
باهيون بخار دل جا، جيءَ تئون نہ وئي جفا ڪا،
ڪيو لا دوا طبيبن لاچار تي رهيو هان.

3- ڪي تا چون چريو، هن پيتو ڪو جام آهي،
ڪي تا چون سراسر سوداءُ خام آهي،
بيوس هاڻي بدن ڪان بيزار تي رهيو هان

+ فقير صاحب جي ڳوٺ جو نالو لڳ پير جو ڳوٺ

4- محبت چئي ماڙ منهنجي، توکان سواءِ نہ آهي،
دارون منهنجي درد جو ٻي ڪا دوا نہ آهي،
توسان ملڻ جو هاڻي حقدار تي رهيو هان.

## ڪافي

علي امام منهنجو حيدر ڪرار آهي،
جابر جبار جنهن جي هٿ ذوالفقار آهي،

1- علي امام اڪبر، شير خدا غضنفر،
حسن حسين رهبر، پنجتن سان پيار آهي.

2- عابد جي در سوالي، باقر ڇڏي نہ خالي،
وارث وسيلو والي، جعفر تيار آهي.

3- موسيٰ رضا تي ڪاظم، اڪمل امام اعظم،
طالب تقيءَ جو خادم، دل جان نثار آهي.

4- نقي سان نينهن لاتم، اعليٰ عسڪري کي ڄاتم،
سرور نبي سڃاتم، مهدي مهندار آهي.

5- من ڪنت مولا فرمان، منجهہ شان شاهہ مردان،
ناطق حديث قرآن، ڏسو آشڪار آهي.

6- حبدار ٽيس حيدر جو، آل عبا جي گهر جو،
محبت غلام در جو، داغدار آهي.

## ڪافي

سرڪي پيتم شوق شهباز ڪنون،
تي فارغ نفل نماز ڪنون.

1- نشا نينهن والا مين نوش ڪيتا، گيا هوش انهان مدهوش ڪيتا
پر جوشان جوش خروش ڪيتا، سر سرگم ساز آواز ڪنون،

2- چوڙ محتسب واعظ ڪون، بد نيڪ نصيحتِ جائز ڪون،
ست جائز ڪون ناجائز ڪون، تي واقف مخفي راز ڪنون،

3- وچ وحدت دي نا غير رهيا، نا شر رهيا نا خير رهيا،
نا ويري نا ڪوئي وير رهيا، انا نحد دي آواز ڪنون.

4- محبت علي معبود سدا، موجودي وچ موجود سدا،
رهـ عاشق لا مقصود سدا، تي شائق شهر دراز ڪنون.

ڪافي

جڏان پيتم مد مئخان وچون،
جند چٽ پئي ڏوهين جهان وچون.

1- پر ساغر سرڪ صراحي دي، ڏتي صوفي صاف صفائي دي،
وتي وصل وصال وفائي دي، خاصي خاص خمر خمخان وچون.

2- پلا سرڪ ساقي سرشار ڪيتا، وچ مستي دي هوشيار ڪيتا،
اسان آپ اتي اعتبار ڪيتا، تي آگهـ "الانسان" وچون.

3- ڏتا ڪيف ڪلال ڪمال سانون، پرجام جلال جمال سانون،
تيا حاصل حال في الحال سانون، تيوسي فارغ ڪفر ايمان وچون.

4- محبت علي مئي نوش رهيا، تي متوالا مدهوش رهيا،
ڪنون راز فاش خاموش رهيا، ڪر جسم جدا جند جان وچون.

ڪافي

پيالا پيتا مست شراب دا مين،
چوڙيا رستا ڏوهـ ثواب دا مين.

1- ڏتا ساقي جام طهورا وچون، برحال برهہ پرپور وچون،
كل كوثر حوض حضور وچون، كيتا نوش حيات دي آب دا مين،

2- تي شاغل شغل شرابي وچ، كرنوش نشا نيم خوابي وچ،
مشتاق لقابي حجابي وچ، رنگ گهري نين گلاب دا مين

3- وچ عشق كفر نہ دين رهيا، نہ شك رهيا نہ يقين رهيا،
هك دل تي درد نشين رهيا، واريا ورق حساب كتاب دا مين.

4- ٻڌ شملا محبت علي شاهي دا، كر غرق گمان گدائي دا (x)
گهن راهہ رندي گمراهي دا، ماريا نعرا نينهن نواب دا مين

كافي

رانجهن مئن گهر آيا محرم حال دا،
هڻ مئن توڙيا سگ سيال دا.

1- عشق ازل دي ٻولي، ڏتڙي مادر لولي،
پهن پينگهي وچ جهوتئي جهولي،
پتا نہ ها ميكون عشق اڙيال دا.

2- تخت هزارا شاهي، كركي تخت تباهي،
چوڙ آيا ميڏي سانگي ماهي،
صورت والا صاحب حسن كمال دا.

3- زلف كاريهر كالا، نينهن دا نانگ نرالا،
ونگ ولا ماريس ڏنگ اپالا،
ماريا مند منتر جوڳي جادوگر جمال دا.

4- خرخام كيڙي پيڙي، كريندي هل بكيڙي،
لڳيان دليان نون كون نكيڙي،
خوف نهين مينون كيڙي خر دجال دا.

X چوڙ گمان گدائي والا، شملا ٻڌ چاشاهي دا (سچل)

5- طعني مهٽي ڳالهيان، منهن چڙهه ڏيون سياليان،
پل پل تڪيان پاڙي واليان،
چاڻ نہ چاتا چتيان اهيندي اقبال دا.

6- رانجها رنگپور آيا، گهور حسن دي گهايا،
در چوچڪ دي چاڪ سڏايا،
لقب چا لايا محبت علي منجهيوال دا.



مددي ڪتاب


1. رئيس خدا بخش خان جسڪاڻي کان مليل مواد.
2. علي محمد فقير کهڙي کان مليل ڪافيون.
3. بنده جو گڏ ڪيل ڪافين جو ذخيرو.
4. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: قافيون جلد 3 س. ا. ب. حيدرآباد 1990ع.
5. هفتيوار اخبار "صلح ڪل" 19 سيپٽمبر 1939ع ٽنڊو جان محمد، ضلعو ٿرپارڪر.

# ميان رحيم بخش فاروقي "نثار درازي"

سنڌ سونهاري جون درگاهون ۽ خانقاهون علم ۽ عرفان جو مرڪز رهيون آهن، درازن واري درگاهه انهن مان هڪ آهي. جنهن جو وڏو مان ۽ مرتبو آهي، جنهن لاءِ سچل سائين فرمايو آهي:

ديس سچل دا، شهر درازا، مڪو نا ملتان.

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ درگاهه روحاني خواهه ادبي اعتبار کان سنڌ توڙي هند ۾ وڏو فيض رسايو. ميان صاحبڏنو (متوفي 1192هه)، خواجہ عبدالحق (1214هه) سخي قبول محمد اول (1245هه) گل محمد، عبدالقادر (1982ع) ميان خدا بخش خاڪي (1960) ميان رحيم بخش نثار درازي شعري ادب جي تاريخ ۾ پنهنجا اڻ مٽ نشان ڇڏيا آهن.

ميان رحيم بخش ولد ميان گل محمد فاروقي1921ع ۾ درازن ۾ ڄائو هو. پرائمري اسڪول درازا مان 1936ع ۾ فائنل پاس ڪري 1939ع ۾ پرائمري ماستر مقرر ٿيو. جتان 1941ع ۾ استعفيٰ ڏئي گوشي نشيني اختيار ڪري ذڪر فڪر ۾ گذارڻ لڳو. 1947ع ۽ 1955ع ۾ نجف اشرف ۽ ڪربلامعليٰ جي زيارت جو شرف حاصل ڪيائين. 1960ع ۾ فقير خدا بخش خاڪي بي اولاد فوت ٿيو. جيڪو سندس سڳو سئوٽ پڻ هيو. مريدن ۽ فقيرن ڪيس خاڪي فقير جي گاديءَ تي ويهاريو. ان ڪانپوءِ ميان رحيم بخش راڳ ويراڳ ذريعي صوفي تحريڪ يا سچل جي فڪر جو پرچار ڪندو رهي ٿو.

**فقير صاحب جي شادي ۽ اولاد:**

فقير جي شادي پنهنجي سڳي سؤٽ ميان سرور علي جي نياڻيءَ سان ٿي. جنهن مان ڪيس هڪ پٽ رياض احمد آهي، جيڪو هينئر ميڊيڪل آفيسر جون خدمتون ڏئي رهيو آهي.

**فقير صاحب جا طالب:**

فقير صاحب جا سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ ڪافي طالب ۽ عقيدتمند موجود آهن. مگر انهن مان استاد عبدالحڪيم ۽ استاد قادر بخش فقير بلوچستان وارا نهايت باذوق، نهايت سمجهو ۽ صوفي طريقي جا پوئلڳ ۽ پرچارڪ آهن.

وٽن راڳ رهاڻ جون محفلون عام جام ٿينديون آهن ۽ پاڻ به راڳ ويراڳ جا ڄاڻو ڳائڻا آهن. ڪين سچل جون اهڙيون ڪافيون به ياد آهن، جيڪي ڪنهن به ڇاپي رسالي ۾ موجود نه آهن.

سنڌ ۾ گل حسن فقير بيخود باقراڻين وارو صوفياڻي تحريڪ جي لحاظ کان هڪ محبوب ۽ انوکي شخصيت هيو. بيخود فقير 1960ع کان باقراڻي شهر ۾ سچل سائين جي ورسي تي ڏينهن ساندهه ملهائيندو هيو، جنهن ۾ سنڌ جا صوفي ڳائڻا سچل جو عارفاڻو ڪلام ڳائيندا هئا ۽ ورسي هينئر سندس لائق فرزند اياز علي طرفان ميان رحيم بخش جي سرپرستيءَ ۾ ملهائجي ٿي. بيخود فقير عمر ۾ سچل سائين جو ساليانو عرس ڪڏهن به نه ٽاريو. فقير صاحب سچل سائينءَ ۽ فقير نانڪ يوسف جي ميلي تي جڏهن شهر جي ٻاهران رسندو هيو، تڏهن سندس ڳائڻا سازن آوازن سان هي ڪلام ڳائيندي رقص ڪندي درگاهه شريف تائين پهچندا هئا.

اسين فقير درازي نثار جا
سرمست سچل سردار جا

ان وقت ڳائڻن توڙي سامعين تي ڪيفيت طاري هوندي هئي. ميان رحيم بخش فاروقي جي ڪلام تي سچل سائين جي فن ۽ فڪر جي گهري ڇاپ آهي، جيڪا فقير جي ڪلام پڙهڻ مان معلوم ٿيندي.

# چونڊ ڪلام

## ڪافي

ٿلهه: پيئڻ شوق شراب، فرض عين ثواب هيءَ رمز رندي رمزات آ.

منجهه نينهن نشي رهن مست سدا، مدهوش رهي ڪن فرض ادا،
چا، مئخان اندر، مسجد ڪعبي مندر، تن ساڳي ڏٺي تجلات آ.

مَن عَرفَ جي چاٽي مام ڪي، ترڪ سجدو ڪيائون سلام ڪي،
پي جام تي جام، سمجهي عشق امام، ماٺي مئي منجهان ملاقات آ.

مشهور شرابي ميثاقي رهج، شائق بيخود ازلي باقي رهج،
بت پرست مدام، سڏن خاص ۽ عام، اُتي برهه سندي برسات آ.

پائي جٽيو درازي عشق جو، ڏي سبق مجازي عشق جو
”نثار“ هي راهه، ڪندو ڪين گمراهه، اثبات واري تسلات آ.

## ڪافي

ٿلهه: هي آ چوڻ روا، آهي آدم الله، منجهه صفت سمائي ذات آ.

الحمد ڪان ڏس والناس تائين، رکي دوئي دغا چوٿو غير پائين،
حق آهي اهو، ناهي ڪين ٻيو، مڪان ماڳ هڪو هڪ بات آ.

آهي واجب ڪنهن جو سجدو ڪرڻ، هي آهي امر ناهي شرڪ چوڻ،
ميم پردي اندر، آهي خير البشر، الانسان سري اثبات آ.

رب ارني چيو ڪنهن طور اتي، لن تراني سندو من مذڪور اتي،
ٿيو صاف عيان، ڇڏ شڪ ۽ گمان، ساڳيو لُهجو ۽ ڪلمات آ.

هي مخفي درازي راز آ، ظاهر نام ”نثار“ آواز آ،
جنهن پاڻ ڇاتو، صحيح تنهن آ سڃاتو، رهيو هي هُو نڪي درجات آ.

## ڪافي

تلھ: خيال ڪرين ڇو ڪعبي وڃڻ جو،
تو منجھ ڪعبو آهي ڇاڻ،

خلق الآدم صورت اعليٰ، شڪ گمان ڇڏ رک تسلا،
مام انھيءَ سان مقصد ماڻ.

"من عرف نفسه" ڪين پلائج، شرڪ نہ ترجو تنهن ۾ آڻج،
پاڻ سڃاڻيو پاڻ سڃاڻ.

دم ڪي سڃاڻج دم جي حقيقت، دم آ بقا دم ظاهر شريعت،
لاريب فيه تون شڪ نہ آڻ.

"نثار درازي" نام صفت آ، مقصد مخفي سندو محبت آ،
ڇا جو بهشت ڇا دوزخ ڪاڻ،

## ڪافي

تلھ: پنھنجو ڏسڻ آيو پاڻ تماشو، تي آدم منجھ اظهار،

ڪاٿي عبدي روپ نيارو، انا احمد ڪٿ نروار،
ڪاٿي ملحد ڪافر، مومن، سک، هندو، ديندار،
ڪاٿي جوڳي، ڀڳت، سناسي، ڪٿ ساقي مئخوار،
ڪاٿي قاضي، پنڊت، پوڄاري، ڪاٿي دين ڌرم ڪان بيزار،
ڪاٿي نام نثار درازي، چاڪ ڪٿي ميهار.

## ڪافي

تلھ: گم ٿي پاڻ ۾ پاڻ سڃاڻج، خيال آهين ڪر خيال،

لِڪ ۾ آدم نام نرالو صورت منجھ بي مثال،
ڪير ٿو ٻولي ٻڌي ۽ ڦيرائي روپ لکين باڪمال،

عبد صفاتي پردي اندر، حيرت وارو حال،

"کُل شيءِ يرجع اليٰ اصله". سهي کج احوال،
خاکي بادي آبي آتش کهڙي قيل مقال،
نثار درازي رهه تون هميشه برهه اندر برحال.

کافي

تلهه: رمز رندي رمزات، عشق وارن ريءَ عام ڇا ڄاڻي،

غير کڏهن نا کنهن کي پائين، هڪ ذات صفات،
مسجد مندر ديول دواري، ساڳي ڄاڻن تجلات،
سلن نه کنهن سان اورن اندر ۾، خاصي سندن خيالات،
بحر حيرت ۾ رهن هميشه، جلايائون جسمات،
هر مظهر ۾ نثار درازي، مخفي سندن هر بات.

کافي

تلهه: سانگ کيهي هت چاڪ تي دلبر، خاکي صفت آيا چولي
انس دي اولي.

ويس متا کر بشري آيا، پول کنهن هت پولي،
انس دي اولي.

ونفخة فيه من روحي، ٻولڻ والا ٻولي،
انس دي اولي.

"الست بربکم قالو بليٰ" کٿ، کيتا دلبر قولي،
انس دي اولي.

نام نثار درازي ڏراکر، حيرت وچ وچولي،
انس دي اولي.

## ڪافي

ٿلهه: جلدي ڪر تون سعيو سفر جو، ملڪ پرائو آهي،
تنهنجو چاهي!
وٺين فقيري دم هٽي پيري، ناهه لڳيءَ جو ناهي،
تنهنجو چاهي!
ڪوڙ ڪٿي سڀ ڪوڙ ڪمائي، چاهه منجهاران چاهي،
تنهنجو چاهي!
طلسم بازي ساڻ دغا جي، ڪم وڏءِ پنهنجو لاهي،
تنهنجو چاهي!
سير ڪرڻ لئي هتڙي آئين، ويٺين ديرو ڄمائي،
تنهنجو چاهي!
ساڻ حليمت يت پرم جي، صبر سان وجهه تون ڏاهي،
تنهنجو چاهي!
قالو قول ڪيو تو جيڪو، ويهج ڪين ڀلائي،
تنهنجو چاهي!
راهه انهيءَ تي محڪم رهجان، ڏس ڏنو جو ڏاهي،
تنهنجو چاهي!
نثار درازي نام آ باقي، مهل ويهڻ جي ناهي،
تنهنجو چاهي

## ڪافي

مون کي ڏيو ڪو پنهل جو ڏس ڙي اديون،
وٺي واٽ ڪھڙي ويا گس ڙي اديون.

ڏئي وعدا ڪري اقرار پرين،
ڇاڻ ڏاري ڪري ويا ڏار پرين،

ڏئي برهہ سندا ويا بار پرين،
کين تن کي پيو کو ترس ڙي اديون.

کين ويهي ورمون وساريندي‌س،
نکي هوت بناگهڙي گهاريندي‌س،
رويون راهہ ۾ پنڌ پڇائيندي‌س،
ڏوري ڏونگر کندي‌س، وس ڙي اديون.

نکي جيڏيون پينر مون کي جهليو،
نکي مون سان هلو، پنهنجو پاڻ پليو آهي،
کيچين سان منهنجو روح رليو،
سودو سر جو کيم ناهي کس ڙي اديون.

درازي ويندي‌س کيچين کاهي،
پڌو سک جو سندرو مون آساهي،
تتو ڏونگر، نہ پاٽي ڏکيو راهہ آهي،
نثار پُڌي ڏيندا، جس ڙي اديون.

## ڪافي

بڻ رانجهو جوڳي تي آيا چوڙيئي کيهي سانگي تخت هزارا،
ڳل ڳچ الفي کنين کنڊل، رنگي روپي رک کي رايا،
در چوچک چاک چوايس، سر بديون چاسور سوايا،
سامي ستگر لچمڻ نانک، کٽ ميم دا برقعا پايا،
کتي درازي لامکاني ظاهر نام نثار سڏايا.

## ڪافي

تلهہ: ويندي‌س کيچ پنهل ڏي کاهي ڙي اديون،
منهنجو ريءَ پنهل هت چاهي ڙِي اديون،

ويـنـديـس رهـنـديـس ڪـيـنـڪـي،
جتي ور تہ ولهيءَ جو آهي ڙي اديون
سرتيون مون کي ڪينڪي جهليو،
دل پار پرينءَ تي ساهي ڙي اديـون،
شهـر ڀنـڀـور ۾ ڀيـنـگ وسـي ٿـي،
اهو ڏس تہ ڏنو آهـي ڏاهـي، ڙي اديـون،
نثار ڪيچـيـن جي قـرب چـڏيـو آ،
من منهنجي کي ڦاسائي ڙي اديون.

## ڪافي

ٿـلهـ: اڄ ايـنـدو اڱڻ، تـو ڪـانـگ لـنـويـن قـرب ڪـري پـيـر ڀري،

جنهن راهہ اچي ساراهہ چمان، نايو سيس سڄڻ کي سجدا ڪيـان.
سـرجـان فـدا، مـتـي نـاوا دا، پـرت پـري پـل نـہ تـري،

آئي دلبر عيد ملهايان مان، سهجئون سرهي سيج وڇايان مان،
لڳي هـر جـا بـرهـہ بـهـادر وجـي ڏسـي دلـڙي نـري بـخـت وري.

روئي پيش ڪنديس اڳيان پيش سارو، دلي راز حقيقت درد وارو،
پرين توکان جدا، چاڻي پاڪ خدا، نڪي ساعت سري، تي نہ پلڪ پري،

سڏي سرتيون خوشي ملهائينديس گڏ گيت خوشيءَ جا ڳائـيـنـديـس،
تي نثار درازي صدقي ڪـجـان، سر سـارنـگ ذري، عشق اري.



# سچل جو طالب : ماستر احمد علي

فقير احمد عليءَ جا وڏا اصل شڪارپور شهر جا رهاڪو هيا، مگر زماني جي لاهن چاڙهن سبب ڪڏهن روهڙي ته ڪڏهن گهوٽڪيءَ ۾ رهيا. فقير صاحب 1869ع ۾ هن ظاهري زماني ۾ جنم ورتو.

فقير صاحب کي جڏهن ڇهن سالن جي عمر ۾ اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، تڏهن ننڍپڻ ۾ استاد ڪيس سندس ذهانت سبب گهڻو پيائيندا هئا. ورنيڪيولر جو امتحان پاس ڪري تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. ويهن ورهين جي جواني ۾ فقير صاحب ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ سکيا وٺڻ ويو. ان وقت ڪاليج جو پرنسپال راءِ بهادر ڪوڙومل هيو. ساندهه ٽي سال ڪاليج ۾ رهي احمد علي پنهنجي سکيا ڪاميابيءَ سان پاس ڪري 1899ع ۾ فارغ ٿيو.

فقير صاحب مختلف اسڪولن ۾ پڙهائيندي ڪيهرن جي ڳوٺ (تعلقو ڳڙهي ياسين) جي اسڪول جو هيڊماسٽر ٿيو جتي هن جي خيالن ۾ تبديلي آئي ۽ اهو احمد علي جو اڳ صوفين جي سخت خلاف هيو، سو هينئر درگاهه سچل سائينءَ جي سجاده نشين سخي قبول محمد ثاني جو طالب ٿيو ۽ صوفين جي صحبت ۾ رهي سندن خدمت کي پنهنجي لاءِ عين ثواب سمجهڻ لڳو. اڳ احمد علي جيڪو راڳ ويراڳ کي ڪتراب ۽ شريفن جي پاڙي ۾ ڪونس سمجهندو هيو، اهو پاڻ ڳائيندو ۽ رقص ڪندو هيو.

ان وقت ڪيهرن جي ڳوٺ ۾ هڪ هندو ڇوڪر راڌي نالي

پڙهندو هيو. اهو فقير صاحب جي صحبت ۾ اچي صوفين جي سنگ ۾ شامل ٿيو. آخرڪار ان ڇوڪر راڌي درازين ۾ پنڌ ڪرڻ شروع ڪيا. ان دوران راڌو ورنيڪيولر امتحان پاس ڪري استاد مقرر ٿيو. جڏهن ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد سکيا لاءِ چونڊجي ويو تہ اُتي اوچتو مسلمان ٿيو. سندس اسلامي نالو نور احمد رکيو ويو. ڪجهہ ڏينهن بعد ٽريننگ ڪاليج ڇڏي مجذوبي حالت ۾ گذارڻ لڳو. هن معاملي احمد علي فقير کي وڏي تڪليف رسائي. جلدي هو بدلي ٿي ميرپور ماٿيلو آيو.

اوچتو سندس پہ ننڍا پائر فوت ٿي ويا. انهن صدمن بہ فقير صاحب کي جهوري وڌو. جلد ئي ڪيس پير جو ڳوٺ بدلي ڪيائون ۽ ٻہ سال پير جو ڳوٺ ۾ مس رهيا تہ پيرو ڇڏي پنهنجي اصلوڪي ماڳ ڏانهن راهي ٿيو. فقير صاحب سال 1917ع ۾ وفات ڪئي.

سردار بهادر محمد بخش ڪوجهي (1891 -1959ع) جن سخي سائينءَ جي ارشاد موجب اڳ ۾ ئي موجود هيو ۽ سندس لاش پير جي ڳوٺ مان ڪٽائي درگاهہ درازن ۾ دفن ڪرايو. سردار بهادر فقير صاحب جي وفات تي هيٺين ڪافي منظوم ڪئي:

چا ڪان جلدي ڇڏي وئين يا منا،
ادا احمد علي دلدار منا،
ويل نہ هئي دوست وڃڻ جي،
هئي ضرورت تنهنجي رهڻ جي،
چا ڪئون تئين بيزار منا!

ڪنهن ڪان سکيين هي بيپرواهيون،
ڪين پڌءِ سپ آزيون آهون،
رئيندا ڇڏيئہ سپ يار منا!
هي نہ جڳائي تو کي جدائي،
دوست ڇڏيئہ سپ ٿولي پائي،
ٿولي سندا سينگار منا!

چاهي رڳي تو پنهنجي چڱائي،
ڳڻ نہ ڪيئي ڪنهن ٻئي جي جائي،
خود غرض ٻڌجي تئين ڏار مٺا!
قول ڪيئي جي هڪ بہ نہ پاريئي،
محبت جو ڪيئن ننگ وساريئي،
هي نہ عاشقي ڪار مٺا!

ڏوڙي اچي ميان سڪ سمهي پئين،
پنهنجي پرين جي پاڪ پيرن ۾،
ٻي نہ لڌئي ڪا سار مٺا!

ڏينهن سهڻ جا يار گهٽائي،
هاڻي اتي ميان جاڳ بہ جائي،
قول پنهنجا اچي پار مٺا!
محبت صدقو دوست پيارا،
عرض ڪوجهيءَ جو پيو ڪج يار!
درسخيءَ ڏاتار مٺا!

## چونڊ ڪلام

اڄ ڪانگ ڪان ڪان لائي آهہ،
ايندو قاصد وٺندڙ وائي آهہ.

سانوڻ رتڙي ڏينهن ملهاري، ٻوٽو لاٽو خوب ڦلاريو،
هر جا سبزي سائي آهہ.

وهوا آيو خوشيءَ جو ويلو، دلبر پاڙهي ڪيڙو ميلو،
مولىٰ مهر وسائي آهہ.

ڏک ڪشالا گذريا يڪسر، گل ڏسجن احمر اصغر،
جتِ ڪٿ صاف صفائي آهہ.

پاڳ سهاڳ جو ويلو آيو، احمد علي جو بخت سوايو،
مند ملڻ جي آئي آهه.

(2)

ڪيچي ڪري ويا پنهنجي پڄاڻي،
ڏاري چڏي ويا عيبن هاڻي،
نال نہ نيائون تہ نذر ڪي،
جوريءَ چاڙهي ويا وڻي مون ورڪي،
چوري چڏي ويا ڄاڻي ڪتياڻي.

ڏاگهن ڏيرن جاڙ ڪئي مون،
ڪٽڪيا نہ ڪچيائون،
مام هين ويا ڄاڻي سڄاڻي.

بس پنيور ڪان پينر منهنجي،
ڪاڻ بردار خويش نہ ڪنهنجي،
جبل جهاڳي ڏسان آرياڻي.

احمد علي چوي نور احمد پڻ،
شاهہ درازي سوال سخي سڻ،
جوءِ جتن جي ڏيڪارج جاني.

(3)

مارو مون ملن،
ساهہ سانگين ڪي ساري.

ماڙيون بنگلا ڪونہ وڻن تاڻان،
خوش دل ڪي پانئين پنهوارن جا پاڻان،
ساڻ وجي شل سرتين ليلا چيلا چاري.

ٻوڙ پلاءِ ۾ زردا ڪين وٽن تا ڪائڻ،
ڏت ڏونرا قوڳ قربون وٽي ساهه ڪي سيبائڻ،
چال چگيري جهانگين عمر هنيانءُ تي ناري.

سڪندي سال لنگهيا مارن مانديءَ ڪي،
ناحق قيد ڪيئي بيوس بانديءَ ڪي،
پلپل پور پون، وجهن ڳچ اندر ڳاري.

احمد علي چوي عمر سڪندا ڪين سڪاءِ،
ڪڏي ڇڏ قيد منجهان پنهوارن ڏي پڄاءِ،
ملان ساڻ مارن ڏيهه مبارڪ ڏياري.

(4)

ملڪ دنيا بي بقا اي يار "انتم غافلون".
ڪر جهد تان نه ڳڻجين منجهه صف "لايعلمون".

هي جهان ڏس راند ساري فريبيندڙ مدام،
يادگيري حق ڪنان غافل رکي تي "لاعبون"

ڏينهن سارو حرص دنيا ۾ گذارين جاهلا!
رات آئي بستر جوڙين "وانتم نائمون".

طاعت رحمان تون جيسين جيئن دائم ڪريج،
چو ته صادر تو متي فرمان "ڪونو راڪعون".

ڇڏ جهان جي دوستي رک حب حق مولا سندي،
تان تين فردوس اندر "فاد خلوها خالدون".

احمد علي جيسين جيئن تي پل نه غافل يار ڪان،
پوءِ خطرو خوف نه هرگز "ولا هم يحزنون".

(5)

واهه بهاري عجيب رنگ لايو ٻهڪن چمن چوڏاري،
باغ بهاريا وڻ ٽڻ موريا سبز صحن سنساري.

گل ڦل ٽڙيا خوب بسنتي هر هنڌ ٿي هيڪاري،
جهولن جهمڪن گلڙا گهٽيئي خيرو ڪٽڻهاري.

موتيو چنبيلي مگرو وه وا تانگر تمڪي تاري،
گل گلاب انگوري ڪيتڪ زعفران خوب بهاري.

ڪرنو واه بنفشو پائين، عشق پيچ اناري،
پٽ پهري ٿيا سبز لباسي گاهن ڪئي گلزاري.

چيمو چل ڳنديري سائون پتر چپر چوهاري،
ڪيت پڪا ٿيا چوڏاري آيون جهار ٻوڙي جهلڪاري.

ڪنيون ڪانياٽي هٽن گليلا هڪل ڪيو هاري،
پکين ڏسجي وهه سرهائي پوري سڻ پٽڪاري.

احمد علي رت بسنت پلي درد خوش گفتاري،
عشق وارن ڪي حسن هوتن جي درسن آدرڪاري.



## ثقافت کاتي حڪومت سنڌ پاران 2008ع کان 2012ع تائين ڇپايل سنڌي، اردو ۽ انگريزي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 1 | سپ رنگ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 250 | 2012 |
| 2 | امر جليل جا ڪتاب جلد پهريون | امر جليل | 800 | 2012 |
| 3 | شهيد محترمه بينظير ڀٽو جا تاريخي انٽرويوز | پروفيسر اعجاز احمد قريشي | 200 | 2012 |
| | تم جيت گئيں ہم ہار گئے | پروفيسر سليم ميمڻ | 300 | 2012 |
| | Shaheed Mohtarma Benazier Bhutto | Prof. Aijaz A. Qureshi | 350 | 2012 |
| 4 | ڪي نه وسرن مور | ڊاڪٽر سحر امداد حسيني | 120 | 2012 |
| 5 | سووينئر "لعل شهباز قلندر" | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي<br>ڊاڪٽر نواز علي شوق | | 2012 |
| 6 | سنڌڙيءَ جو شهباز قلندر | آزاد انور ڪانڌڙو | 200 | 2012 |
| 7 | قلندر لعل سيوهاڻي | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 120 | 2012 |
| 8 | الشهباز | جليل سيوهاڻي | 150 | 2012 |
| 9 | قلندر نامو | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | 100 | 2012 |
| 10 | تذڪره شهباز | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 120 | 2012 |
| 11 | شاهه عبداللطيف ڀٽائي پيغام جو موجوده حالت تي اطلاق | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 250 | 2012 |
| 12 | سنڌي شاعري جو اڀياس | شمشيرالحيدري | 150 | 2012 |
| 13 | شاهه عبداللطيف ڀٽائي مقالا ۽ مضمون | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 600 | 2012 |
| 14 | ڀنڀور ۽ ديبل | عبدالقادر منگي | 300 | 2012 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 15 | شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي دور ۾ تصوف جا سلسلا | ڊاڪٽر عابد مظھر | 300 | 2012 |
| 16 | سنڌي ڪھاڻي | اسحاق انصاري | 300 | 2012 |
| 17 | فن ۽ فنڪار جلد ٻيو | ڪوثر ٻرڙو | 300 | 2012 |
| 18 | سپيتا جا سونھان | محمد حسين ڪاشف | 200 | 2012 |
| 19 | مون ۾ تون موجود | ڊاڪٽر محمد علي مانجھي | 200 | 2012 |
| 20 | سنڌ جا قديم آثار ۽ تاريخ | ڊاڪٽر محمد علي مانجھي | 250 | 2012 |
| 21 | رھاڻ ھيرن ڪاڻ جلد نمبر 2 | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 850 | 2012 |
| 22 | شاھ جو رسالو (مڪمل فُورِ ڪلر) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 1500 | 2012 |
| 23 | وکريل ورق | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 350 | 2012 |
| 24 | مقالاتِ عزيز | عزيز جعفراڻي | 400 | 2012 |
| 25 | فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو سنڌي ڪلام | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 500 | 2012 |
| 26 | شيخ اياز (شخصيت ۽ فن) | غلام سڪينا حميده قاضي | 400 | 2012 |
| 27 | امر جليل جا ڪتابَ جلد پھريون (1.دل جي دنيا . 2. جڏھن مان نہ ھوندس، 3. تاريخ جو ڪفن، 4. منھنجو ڏس آسمان کان پڇو) | امر جليل | 600 | 2012 |
| 28 | رھاڻ ھيرن ڪاڻ جلد پھريون | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 800 | 2012 |
| 29 | فيض احمد فيض ۽ پاڪستاني ثقافت | امان الله شيخ | 250 | 2012 |
| 30 | فيض جا ايلس ڏانھن خط | شبنم موتي | 250 | 2012 |
| 31 | فيض سان رھاڻيون | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 500 | 2012 |
| 32 | راڳ نامون | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 270 | 2012 |
| 33 | ميزان (فيض احمد فيض) | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 240 | 2012 |
| 34 | جھڙي سونھن سندياس | ڊاڪٽر محمد علي مانجھي | 250/_ | 2012 |
| 35 | اديون آءُ اڄاڻ | ڊاڪٽر فھميده حسين | 250/_ | 2012 |
| 36 | شاھ سچل ۽ خليفو قاسم | محمد حسين ڪاشف | 200/_ | 2012 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 37 | شاھ عبداللطيف مدبر، معلم ۽ مهربان | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | 150/_ | 2012 |
| 38 | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (شخصيت فن ۽ فڪر) | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 250/_ | 2011 |
| 39 | ڪلام ريجھ علي شاھ | پروفيسر منظور حسين کهڙو | 250/_ | 2011 |
| 40 | سنڌ هيرن کاڻ | رسول بخش درس | 150/_ | 2011 |
| 41 | قلندر صوفي ۽ ملامتي | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 150/_ | 2011 |
| 42 | تذڪره لال شهباز قلندر | انور ساگر ڪانڌڙو | 150/_ | 2011 |
| 43 | سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر | ڊاڪٽر مخمور بخاري | 300/_ | 2011 |
| 44 | سنڌي ڪلچر | غلام رباني آگرو | 200/_ | 2011 |
| 45 | سنڌي موسيقي جا سر تار | خليل الرحمان شيخ | 200/_ | 2011 |
| 46 | شاھ جي رسالي جي سڃاڻي (جلد ٻيو) | محمد حسين ڪاشف | 500/_ | 2011 |
| 47 | سُر پورب | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200/_ | 2011 |
| 48 | ڪلامِ گروهڙي | ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو | 500/_ | 2010 |
| 49 | شيخ اياز نثر جلد پنجون | شيخ اياز | 350/_ | 2010 |
| 50 | سُر پرڀاتي | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 350/_ | 2010 |
| 51 | شاھ جي رسالي جي سڃاڻي (جلد پهريون) | محمد حسين ڪاشف | 500/_ | 2010 |
| 52 | شاھ جي شاعريءَ ۾ اسلامي قدر | ڊاڪٽر عبدالرحمان جسڪاڻي | 600/_ | 2010 |
| 53 | سومرا راڄ گهراڻو | ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومرو | 400/_ | 2010 |
| 54 | قلندر لعل شهباز | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200/_ | 2010 |
| 55 | مان جي مٿس پنڌ ۾ | رڪيل مورائي | 500/_ | 2010 |
| 56 | لاکو پير لطيف الله | پير محمد عالم قريشي صديقي | 150/_ | 2010 |
| 57 | شاھ لطيف الله قادريءَ جو ڪلام | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 100/_ | 2010 |
| 58 | استاد بُخاري — فن ۽ شخصيت | آزاد انور ڪانڌڙو | 650/_ | 2010 |
| 59 | محمد عثمان ڏيپلائي ۽ سنڌي سماج تي سندس اثر | ڊاڪٽر ثريا ساز ڏيپلائي | 300/_ | 2010 |

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| 60 | ڳڙوانن جون ڳالهيون | قمرشهباز | 300/_ | 2010 |
| 61 | ڄڄ پرائي | قمرشهباز | 450/_ | 2010 |
| 62 | ننگر نٽنو : هڪ مطالعو | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/_ | 2010 |
| 63 | صوفي شاهہ عنايت شهيد | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 600/_ | 2010 |
| 64 | شيخ اياز جلد پنجون (چار ڪتاب (1.اُڀر چنڊ پس پرين ، 2. هينئڙو ڏاڙهونءَ گُل جيئن، 3. الوداعي گيت، 4. ننڊ وليون) | شيخ اياز | 750/_ | 2010 |
| 65 | شيخ اياز جلد ڇهون (ٽي ڪتاب (1.ڪتين ڪر موڙيا جڏهن جلد ڦيريون، ٻيو، ٽيون) | شيخ اياز | 1000/ _ | 2010 |
| 66 | شيخ اياز جلد ستون (ٽي ڪتاب (1.سر لوهيڙا ڳيپا ، 2. سُورج مُکي سانجهہ، 3. چوليون ٻوليون سمنڊ جون.) | شيخ اياز | 1000/ _ | 2010 |
| 67 | شيخ اياز جلد اٺون (چار ڪتاب (1.جر ڏيئا جهمڪن ، 2. هرڻ اکي ڪيڏانهن، 3. چنڊ ڳليون، 4. تون چپر تون چانوَ) | شيخ اياز | 700/_ | 2010 |
| 68 | شيخ اياز جلد نائون (پنج ڪتاب (1.گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾ . 2. سامنجهي سمنڊ سپون، 3. ڪونجون ڪُرڪن روهہ ٽي، 4. ڪاري رات ڪُهنگ، 5. وڏا وڻ وڻڪار جا.) | شيخ اياز | 600/_ | 2010 |
| 69 | شيخ اياز جلد ڏهون (پنج ڪتاب (1.اٿي اور الله سان ، 2. مينهن ڪٽيون، 3. اڪ جون قلڙيون، پيچ پني ، 4. پکي ساڳي پار ج، 5. هي جي نهرون ننڊ جون) | شيخ اياز | 600/_ | 2010 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 70 | شيخ اياز جلد پهريون (نثر) (1.جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي ، 2. ساهيوال جيل جي ڊائري، 3. ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون ، 4. جڳ مڙيوئي سپنو) | شيخ اياز | 730/_ | 2010 |
| 71 | شيخ اياز جلد ٻيو (نثر) (1.ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان ، 2. خط انٽرويو ۽ تقريرون جلد پهريون ٻيو، 3. اڳتي قدم جا ايڊيٽوريم) | شيخ اياز | 700/_ | 2010 |
| 72 | شيخ اياز جلد ٽيون (نثر) 1.ڪٿي نہ ڀڃبو ٽڪ مسافر جلد پهريون، ٻيو، ٽيون ۽ چوٿون | شيخ اياز | 1000/ _ | 2010 |
| 73 | شيخ اياز جلد چوٿون (نثر) 1.شيخ اياز ۽ صحافت | شيخ اياز | 500/_ | 2010 |
| 74 | شاهہ جو رسالو | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 500/_ | 2009 |
| 75 | سر آسا | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/_ | 2009 |
| 76 | بيت نہ پر آيتون | ڊاڪٽر عزيز الرحمان ٻگهيو | 250/_ | 2009 |
| 77 | شيخ اياز جلد ٽيون (پنج ڪتاب) (1.لڙيو سج لڪن ۾ ، 2. پن ڇڻ پڇاڙان، 3. چنڊ چنبيليءَ ول، 4. رڻ تي رمجهم ، 5. ڀڳت سنگهہ ڦاسي) | شيخ اياز | 500/_ | 2009 |
| 87 | شيخ اياز جلد چوٿون (پنج ڪتاب) (1.راج گهاٽ تي چنڊ ، 2. ٻڙ جي ڇانو اڳي کان گهاٽي، 3. اَکن نيرا ڦُليا، 4. جهڙ نيٽان نہ لهي 5. سُر نارائڻ شيام) | شيخ اياز | 500/_ | 2009 |
| 79 | سراج السالڪين | رسول بخش تميمي | 150/_ | 2009 |
| 80 | سنڌ جو سرمست | رڪيل مورائي | 300/_ | 2009 |
| 81 | ڪوهستان جو سفر | بدر ابڙو | 400/_ | 2009 |
| 82 | سنڌ صدين کان | ممتاز مرزا | 400/_ | 2009 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 83 | خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو | ڊاڪٽر عطا محمد حامي | 600/_ | 2009 |
| 84 | شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام | ڊاڪٽر عمر بن محمد داؤدپوٽو | 100/_ | 2008 |
| 85 | رسالو ميان سچل فقير جو | مرزا علي قلي بيگ | 800/_ | 2008 |
| 86 | شيخ اياز جلد ڇهون (چار ڪتاب) (1. ڪپر تو ڪُن ڪري، 2.پتڻ تو پور ڪري، 3.ٽڪرا ٽٽل صليب جا، 4. واٽون قُلن ڇانئيون) | شيخ اياز | 500/_ | 2008 |
| 87 | شيخ اياز جلد پهريون (چار ڪتاب) (1.پؤنر پري آڪاس، 2.ڪلهي پاتم ڪينرو، 3.ڪي جو هيجل هوليو، 4.وڄون وسڻ آئيون) | شيخ اياز | 500/_ | 2008 |
| 88 | سنڌي ڪنڊ ۾ ڊرامي جي تاريخ | غلام حيدر صديقي | 200/_ | 2008 |
| 89 | سنڌوءَ جا گيت | ڊاڪٽر ڪمال جامڙو | 300/_ | 2008 |
| 90 | شاهه جو رسالو | ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ | 400/_ | 2008 |
| 91 | سُر ڪيڏارو | منظور احمد قناصرو | 250/_ | 2008 |

| نمبر | کتابوں کی نام | مصنف/مرتب/مترجم | قیمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 1 | سندھ میں اردو شاعری | ڈاکٹر نبی بخش خان بلوچ | 350 | 2012 |
| 2 | خطوط ڈاکٹر نبی بخش بلوچ | محمد راشد شیخ | 250/_ | 2012 |
| 3 | محمد ابراہیم جویو ایک صدی کی آواز | سید مظہر جمیل | 750/_ | 2012 |
| 4 | دشت وجود کی مسافت | آغا سلیم | 250/_ | 2012 |
| 5 | آئینہ خانہء شاہ لطیف | ڈاکٹر طاہر تونسوی | 200/_ | 2010 |
| 6 | حلقہ مری زنجیر کا | شیخ ایاز | 800/_ | 2010 |
| 7 | بوئے گل نالہء دل | شیخ ایاز | 500/_ | 2010 |
| 8 | دنیا ساری خواب | شیخ ایاز | 650/_ | 2010 |
| 9 | اے آہو چشم کدھر | شیخ ایاز | 400/_ | 2010 |
| 10 | سچل سچ ہے سارا | آغا سلیم | 300/_ | 2010 |
| 11 | سندھ ایک عام جائزہ | مظہر یوسف | 400/_ | 2010 |
| 12 | بھٹو کا تصور پاکستان | نصرت لاشاری | 350/_ | 2009 |
| 13 | شاہ جو رسالو | شیخ ایاز | 650/_ | 2009 |
| 14 | سچل سرمست، تاریخ، تصوف اور شاعری | ڈاکٹر نواز علی شوق | 150/_ | 2009 |
| 15 | سکھر تاریخ و تمدن | ڈاکٹر عبدالواحد اندھڑ | 400/_ | 2008 |

| Sr. No | Name of Books | Writer | Rate | Year |
|---|---|---|---|---|
| 1 | Musical Instruments of the Lower Indus Valley of Sindh | Dr. Nabi Bux Khan Baloch | 200/- | 2012 |
| 2 | Alexander's Conquest of Indus Valley | Agha Saleem | 400/- | 2012 |
| 3 | Lake Manchar | Taj Muhammad Sahrai | 200/- | 2012 |
| 4 | Dr. G.M Mehkri on Sindh Articles | Muhammad Ibrahim Joyo | 350/- | 2012 |
| 5 | Hazrat Shanshah Lal Shabza Qalandar | Syed Dinal Shah Darbelvy | 400/- | 2012 |
| 6 | Mohen Jo Daro the Indus civilization | Jahn Marshall | 3000/- | 2012 |
| 7 | Selection from the Risalo | G. A Allana | 150/- | 2012 |
| 8 | Sufism & Classical Sindhi Poetry | Saleem Noorhassan | 150/- | 2012 |
| 9 | Anecdotes of Vataayo Faqeer | Saleem Noorhassan | 200/- | 2012 |
| 10 | 6Thousands years of History of Irrigation of Sindh | M.H.Panhwar | 800/- | 2011 |
| 11 | The Epic of Dodo Chaneiser | Saleem Noorhassan | 300/- | 2011 |
| 12 | Handicrafts of Sindh | Waheeda Khizir Qazi | 180/- | 2010 |
| 13 | Sindhi Society & Culture | Prof.Dr.Ghulam Ali Alana | 1600/- | 2010 |
| 14 | Life & Thought of Shah Latif Bhitai | Gul Mohammad Umrani | 200/- | 2010 |
| 15 | Songs Of Freedom | Shaikh Ayaz | 500/- | 2010 |
| 16 | Melodies of SALB, V-IV | Agha Saleem | 400/- | 2009 |
| 17 | Shah Jo Risalo in Arabic & English | Faiz Mohammd Khoso | 300/- | 2009 |
| 18 | Shah,Sachal,Sami | Mohd.Ibrahim Joyo | 200/- | 2009 |
| 19 | Darazi School of Sufi Thought | Dr.Sakhi Qabool Mohammad Farooqi | 400/- | 2009 |
| 20 | Melodies of SALB, V-III | Agha Saleem | 500/- | 2008 |
| 21 | History of Sindhi Literature | Shaikh Aziz | 250/- | 2008 |